# ارپڻ پٽر

## پوڄ پتا صاحب جي پوتر يادگار ۾

پوڄ پتا صاحب سيٺ ڦاؤمل جي اڄر امر آتما کان
معافي گهرندي هنن جي سالوڪ جيون جي باري ۾ ٻه
اکر لکجن ٿا.

پوڄ پتا صاحب جن جو جنم ۱۷ جنوري ۱۹۱۲ ٽنڊو
آدم سنڌ ۾ ٿيو هيو. هندستان پاڪستان ٿيڻ کان پوءِ
ڪڇ، ڏانيم ڌراڙون ۾ ۽ ان کانپوءِ ٻرڙايءِ گهر ڪيائون.
پوڄ پتا صاحب کي ڪرم ڪرڻ کان سواءِ ٻي ڳالهه
ڪانه هئي. شريمد ڀڳوت گيتا جو اپديش "ڪرمڻيي
واڌڪارستي ما ڦليشو ڪداچت" ڪي هنن پنهنجي
سالوڪ ويچارن واري سادي جيون جو حصو ٺاهي ڇڏيو
هو هنن جو روز جو نيم هوندو هو صبوح جو سوال
نيم ڪرم ڪري ڪارخاني ڏي وڃڻ کان اڳ ڪانگن ۽ باندرن
کي روٽي ڏيڻ ۽ هر ڪم ۾ دلچسپيءَ وٺڻ سان گڏوگڏ
هنن ۾ آلس وشواس نه، اتاهه هو ۽ ڪڏهن به ڪم ڪرڻ
۾ مجهندا ڪونه. هيءَ هر ڳالهه ۾ ٻوڙهيءَ جاڻ هوندي
به پاڻ نه جتائڻ ۽ ٿورو ڳالهائڻ هنن جي شان وٽان هو.
الهيءَ ڪري جملي پريوار سڀني ڀائين ۾ ذميواريءَ جو
پورو وشواس ٿيو آهي صدي اکرن ۾. هو پرڏيار هوا.
سنڌس ڪشل وهنوار جي ڪري ٻرڙايءَ جي
واپارڪ جڳت ۾ ڪافي نالو ڪيائون.

پڙهائيءَ لکائيءَ جو مهتو هنن کان وڌيڪ ڪو ورلو
سمجهندو هوندو. هنن پنهنجي سڀني ٻارن کي اوچي
شڪشا جي لاءِ چڱيءَ طرح همٿايو هو.

پوج پتا صاحب جي ياداشت ۾ روڙڪيءَ جي
يونيورسٽيءَ ۾ B. Arch. ڪورس ۾ -/100 روپين جو
انعام هر سال ڏيڻ جو نيم قائم ڪيو ويو آهي جو هميشه
لاءِ ڏنو ويندو.

پوج پتا صاحب انساني گڻن سان ڀرپور هئا، جنهن
ڪري هنن جو سڀ ڪنهن سان هڪ جهڙو وهنوار ۽
سڀني کي پنهنجو سمجهڻ غريبن جي مدد ڪرڻ ڪارڻائي
لئي ڪم ڪندڙن جي هر طرح مدد ڪندا هئا.

مائٽن جي سيوا ڪرڻ هو پنهنجو ڌرم سمجهندا هئا
گرٻاڻيءَ ۾ اٽل وشواس، ايڪو اوڪار ستنام ڪرتا پرک
نربؤ نرونر اڪال مورت اجوني سيڀن گر پرساد جپ آد
سچ جڳاد سچ هيءِ ڀي سچ نانڪ هوسي ڀي سچ.
جپ صاحب جو پاٺ ملڪل نيم سان اچاريندا هئا. پس
انهيءَ کانسواءِ پنهنجي ڪاروبار ۾، لگن ۽ سچي لگنا
جي ڪري پوج پتا صاحب لئي پوج پرماتما جي اپار
ڪرپا سان هنن جو سواسٿ هميشه سٺو رهندو هو.
٢٦ جنوري ٨٠ تي اوچتو پيٽ ۾ ڪجهه تڪليف
محسوس ٿي جنهن ڪري پوج پتا صاحب کي اسپتال
ڀرتي ڪرايو ويو ۽ علاج هلندو رهيو. ١ فيبروريءَ

لئي چڱي فرحت هئي ۽ پوڄ پتا صاحب کي ٻاهر آڻي
اس ۾ ڪرسيءَ تي ويهاريو ويو ۽ گهر جا ڀاتي ۽ چڱا
چڱي پاسن کان ويٺا هئا ۽ سڀني سان سندس نموني
ڳالهايائون. انهيءَ ٽائيم تي اهڙا ڳالهه ته ڪنهن جي به
وچار ۾ ڪانه هئي ته اڄ پوڄ پتا صاحب پنهنجي
پريوار سان گڏ هيڏيءَ خوشيءَ ۾ آخري ڀيرو
ويٺا آهن.

انهيءَ سمي کان پوءِ ۱۰ ڏينهن ٽائين طبيعت بگڙڻ
جو فرق ٿوريءَ ٿوريءَ دير کان پوءِ ٿيندو رهيو.
آخرڪار ۱۰ فيبروريءَ قريب ۴ بجي هنن جي آتما
پرم پتا پرماتما جي امر جوت ۾ هميشه جي لاءِ سمائجي
وئي. پرماتما اسان کي شانتي ڏئي ته اسين هن امر
آتما جي هميشه قائم رهڻ واريءَ جوت کي پنهنجي
من ۾ سنڀالي رکي سگهون. پرماتما در اسان جي اها
وينتي آهي ته سندن پوتر آتما کي پنهنجي پوتر چرڻن
۾ نواس ڏئي ۽ شانتي بخشي.

اسان جي پوڄ ماتا کي ۽ ٻين گهر جي ڀاتين کي دک
سهڻ جي شڪتي ڏئي، اسين جنهن سک شردا ۽ پريم
سان هيءُ پستڪ ڀيٽ ڪريون ٿا شال تو هين به ان
سک شردا ۽ پريم سان پڙهي آنند وٺندا.

شيوا ۾ داس پت جمنو، ٺاڪر، شنڪر، دينا ناٿ، سنتوش.



# شريمد ڀڳوت گيتا

۱۸ ادياءِ پورا، مهاتم، تاتپرج، ڦل پرارٿنا، استتي، گيتا ڇو رچي ويئي؟ ڀڳوان جا ۱۰۸ نالا، آرتي ۽ ست ساوڪي گيتا سميت موڙتن سان

شري ۱۰۸ سوامي ٻاوا گرمکداس سنتوکداس اداسي



ايل. ڪشنچند ۽ سنس
سيلرس ۽ پبلشرس، الهاس نگر ۲ (ٿاڻو)
فون: ۴۲۱

لوڀ نشڪام ڪرم ڪر ڦل جي اڇا نہ رک
ڦل شري ڪرشڻ اَرپڻ ڪر

---

**وينتي —**

هي سڄڻ! ان پرتنهنجو پلو آهي تہ هر روز گيتا جو پاٺ پڙهہ، ويچار ۽ ان موجب پنهنجو جيون ٺاءِ.

— داس

## وندنا

مونکي اَست مان ست ڏانهن وٺي وڃ!
مونکي اندڪار مان پرڪاش ڏانهن وٺي وڃ!
مونکي مرتيوءَ مان اَمر پد ڏانهن وٺي وڃ!

(برهدارڻڪ اُپنشد ١-٣-٢٨)

ॐ

## شريمد ڀڳوت گيتا جو مهاتم

پرٿوي ديوي پڇي ٿي ته ”هي ڀڳوان! پرارٻڌ ڪرمن کي ڀوڳيندڙ منش جي توهان ۾ ڪهڙي اُپاو ڪري اننيه ڀڳتي اُپجي ٿي؟“

شري وشنو ڀڳوان چيو ته ”پرارٻڌ کي ڀوڳيندڙ منش ٻه جيڪڏهن نت گيتا جو اڀياس ڪندو رهي ته اُنکي هن لوڪ ۾ ئي جيون مڪت ۽ سکي ڄاڻڻو ۽ اهو منش ڪرمن ۾ لپٽجي نٿو جيڪڏهن هي جيو گيتا جو اڀياس هر روز ڪندو رهي ته جهڙيءَ طرح ڪمل جي پن تي پاڻي ٽڪي ڪين سگهي تهڙيءَ طرح هنکي ٻه ڪو پاپ سپرش ڪري نٿو سگهي. جتي گيتا جو پستڪ هجي ۽ جتي سندس پاٺ ٿيندو هجي اتي پرياڳ ڪاشي وغيره سڀ تيرٿ آهن. سڀ ديوتائون، رشي، يوگي، ناگ، نارد اودو، پارشدن سهت گوپي ۽ گوال وغيره پڻ اتي نواس ڪن ٿا جتي گيتا جو پاٺ ٿيندو آهي اتي ترت سهائتا اچيو ملي. جنهن هنڌ گيتا جو ئي وچار پيو ٿئي جتي انجو ئي پڙهڻ، پاڙهڻ ۽ ٻڌڻ ٿئي ٿو اتي هي پرٿوي! آءٌ سدائين نواس ڪريان ٿو. گيتا جي آسري تي مان رهان ٿو ۽ گيتا ئي منهنجو اُتم گهر آهي. گيتا جي ئي گيان جو آسرو وٺي مان ٽنهي لوڪن جي پالنا ڪريان ٿو. گيتا منهنجي اُتم وديا

آهي ۽ اها ساڪشات پرم روپ آهي انهيءَ ڪو بہ شڪ ڪونهي. اها گيتا ساڪشات ڀڳواڻ ۽ اردمائو روپ آهي. نتہ آهي ۽ زبان سان انجو ورنن ڪري نٿو سگهجي. ڇوڙي آهي اها گيتا جا سچدانند سروپ سري ڪرشڻ ڀڳوان جي مکارونده مان ارجن کي ٻڌايل، چئن رويدن روپ، پرم آنند روپ، لتون جي ارٿ ۽ گيان تيان ڀرپور آهي. جو منش ايڪاگر من سان انهيءَ گيتا جي ۱۸ ادياون جو نت نيم سان پاٺ ڪري ٿو سو گيان سڌيءَ کي پائي ٿو ۽ پرم پد (مڪتي) حاصل ڪري ٿو. جيڪڏهن سڄي گيتا جو پاٺ ڪري نہ سگهي تہ اڌ يعني ۹ ادياون جو پاٺ ڪري تہ بہ کيس گئو دان ڪرڻ جيترو ڦل ملي ٿو، انهيءَ ۾ ڪو بہ شڪ نہ آهي. گيتا جي ٽئين حصي پڙهڻ واري کي گنگا اشنان جو ڦل ۽ ڇهين حصي واري کي سوم يگ جو ڦل ملي ٿو. پر جيڪڏهن ڪو منش ڀڳتي ڀريل سان هڪڙي اڌيا جو بہ پاٺ ڪندو تہ کيس شولوڪ جي پراپتي ٿيندي ۽ شڪر ڀڳوان جو گڻ ٿي اچي گهڻو وقت گذاري ٿو. جو منش هڪڙي سلوڪ جو روز پاٺ ڪري ٿو سو ئي پرلوڪ! اهو منش هڪڙي منونتر تائين منش ٿي منش رهيو. جي منش گيتا جا ڏهه ست، پنج، چار، ٽي، ٻہ يا اڌ بہ هڪ سلوڪ جو نت نيم سان پريم سهت پاٺ ڪن ٿا سي اوس ڏه هزار ورهيہ چندرلوڪ ۾ نواس ڪن ٿا. هن گيتا جو چڱيءَ طرح سان پاٺ

کندڙ منش ، مرڻ بعد وري بہ منش ٿئي ٿو ۽ پ
ٻئي جنم ۾ منش ٿي چڱيءَ طرح سان گيتا جو اڀياس
ڪري موڪش کي پائيندو. **گيتا** اهو اچار ڪندو هي
مرندڙ منش سدگتيءَ کي پائيندو. منش جيڪڏهن ڪٺي
مها پاپي بہ هجي تڏهن بہ گيتا پڙهڻ سان بڌڻ ڪري
هو سچ پچ وئيڪنٺ کي پائيندو ۽ اتي وشنو ڀڳوان جي
لوڪ ۾ گهڻو آنند پائي ٿو. انيڪ ڪرمن ڪرڻ کان
پوءِ پڻ جو منش گيتا جي ارٿ جو ڌيان ڪري ٿو سو
سرير کي ڇڏڻ بعد مڪتي حاصل ڪري ٿو. جنڪ
آدي گهڻا راجائون گيتا جو آسرو وٺي پاپ رهت ٿي
ويا آهن ۽ لوڪ ۾ ڳائجي پرم پد کي پراپت ٿيا آهن.
جي منش گيتا جو پاٺ ڪن ٿا پر **پوريائين مهاتم**
**نٿا پڙهن، انهن جو اهو پاٺ نشڦل ٿئي ٿو.** مهاتم
سان گڏ جيڪو گيتا جو پاٺ ڪري ٿو سو مٿي چيل
سيني ڦلن کي پائي انت ۾ اُتم گتيءَ کي پائيندو، سولجي
چوي ٿو تہ ”جي منش گيتا جي پاٺ ڪرڻ بعد منهنجو
چيل گيتا جو هي مهاتم پاٺ ڪن ٿا سي مٿي چيل
سڀ ڦل پائن ٿا.“

گيتا جو مهاتم سماپت ٿيو.

هري اوم، شانتي! شانتي!! شانتي!!!

# شريمد ڀڳوت گيتا

## گيتا ڇو رچي وئي؟

## گـيـتـا

(گ ـ ي ـ ت ـ ا)

يعني

تـمـاڳـ



# ڀڳوت گيتا معنيٰ ڀڳوان جو گيت

## گيتا جو آرنڀ (شروعات)

### مهاڀارت جي يڌ ۽ گيتا گيان.

اَڄ کان پنج هزار ورهيه اڳ جي ڳالهه آهي ڀارت ورش ۾ چندر بنسي گهراڻي جو راجا شانتنو راڄ ڪندو هو. سندس راڄڌاني دهليءَ جي ڀرسان هستناپور ۾ هئي. راجا شانتنوءَ کي ٽي پٽ هئا. (١) ڀيشم پتامهه (٢) چترانگد (٣) وچترويرِ. لڇمڻ جو حقي وارث ڀيشم پتامهه هو پر هن پنهنجي پتا جي خواهش پوري ڪرڻ لاءِ لڇمڻ تان هٿ ڪنيو. راجا هڪ مهاڻي جي ڪنيا ستيوتيءَ سان شادي ڪئي انهيءَ شرط سان ... ڏس مٿي ڀڄاڻان ستيوتيءَ جو اولاد لڇمڻ لي و... لنڪ راجا جي مرڻ بعد ستيوتيءَ مان پيدا ٿ... سندس لڇمڻ لي وينو پر هو جلد ئي حڪم ۾

مار جي ويو جنهن بعد وچتر وير تخت تي ويٺو. ڪيس ٽي پٽ هئا. (١) **ڌرتراشٽر** (٢) **پانڊو** (٣) **ودر.** ڌرتراشٽر ڄائي ڄم ڪان ئي انڌو هو. ودر داسيءَ مان ڄائو هو تنهڪري پانڊوءَ کي تخت تي ويهاريو ويو پر نيٺ هو به دنيا مان ڪتو ڪري ٻن ۾ هليو ويو. پانڊو کي پنج پٽ هئا. (١) **يڌشٽر** (٢) **ڀيم** (٣) **ارجن** (٤) **نڪل** (٥) **سهديو.** پانڊون جو هڪ ڀيو به پاءُ هو جنهنجو نالو **ڪرڻ** هو. جنهن کي سندس ماءُ ڪنتيءَ درياه ۾ اوڙاهي ڇڏيو هو. هوڏانهن پانڊون جي ٻن ۾ وڃڻ بعد ڌرتراشٽر تخت تي ويٺو. سندس راڻيءَ جو نالو ديو گنڌاري هو. ڪيس هڪ سؤ پٽ هئا جي ڪورؤ سڏجڻ لڳا. وڏي ۾ وڏو دريوڌن هو. پانڊؤ ۽ ڪورؤ گڏجي هڪڙي ئي گروءَ دروڻاچاريه وٽ شستر وديا سکندا هئا. وقت گذرندو ويو. پانڊون پنهنجي ٻل ۽ بڌيءَ جي زور سان راڄ وڌايو جا ڳالهه ڪورون کي نه وڻي ۽ انهن ۾ حسد جاڳيو. پوءِ ڪورون لاک ۽ چربيءَ جو محلات ٺهرايو ۽ پانڊون کي دوکي سان ان محلات ۾ گهرائي رهايو، رات جو محلات کي باهه ڏياري ويٺي پر هو بچي ويا. جنهن بعد دروپديءَ جو سويمبر ٿيو. پانڊو برهمڻ جي ويس ۾ راڄ دربار ۾ آيا جتي دريوڌن، ڪرڻ ۽ ٻيا جوڌا به ويٺا هئا. آخر ارجن ڪٽيو ۽ دروپديءَ جي شادي ارجن سان ٿي ۽ ڪورو خاري ۾ واپس موٽيا. پوءِ پانڊون مايا ٻالي انجنيئر جي صلاح سان هڪ سوينيڪ محلات جوڙايو

منهنجي مهورت وقت ڀيهڻ سؤنن کي سا گهرايو، اُن محلات اندر هڪ اها خوبي رکي ويئي هئي جو حتي فرش لڳل هو اُتي پاڻيءَ جو تلاءُ ڏسڻ ۾ ٿي آيو ۽ ڪورو اُچڻ شوط ڏاڍو منجهي پيا تنهنتي دروپديءَ جي واتان نڪري ويو ته انڌي جي اولاد به انڌي.

بس پوءِ ته سڀني ڳالهين ڪري ڪورون کي ايتري ته ڪاوڙ لڳي جو هنن پانڊون کي هميشهه لاءِ ختم ڪرڻ تي ڄاڻو پوءِ خاني خراب جوئا جي رت رٿي ويئي جنهن ۾ پانڊون پنهنجو راڄ دروپديءَ سميت هارايو. هاڻي ڪورون دروپديءَ کان وڃ ونڌڻ لاءِ راڄ دربار ۾ ڪيس نڪرن ڪرڻ جو حڪم ڏنو. پر منهنجو راکو تني ڀڳوان تنهنجو ڪير وار ونگو ڪري سگهي. دروپديءَ جي پڪارڻ تي ڀڳوان ڪس ساڙهين سان ڍڪي ڇڏيو. آخر پانڊون کي ١٢ سال بن ۾ گهٽڻو پيو ۽ تيرهون سال لڪل رهڻو پيو. ١٣ سال پوري ٿيڻ بعد جڏهن پانڊون راڄ گهريو ته ڪين صاف جواب ڏنو ويو. آخر هنن پنج ڳوٺ گهريا جن کان به ڪين جواب ڏنو ويو تڏهن لاچار ٿي پانڊون جنگ جون تياريون ڪيون تڏهن پانڊون وري به شري ڪرشن ڀڳوان کي جنگ ٽارڻ لاءِ موڪليو. ڀڳوان راڄ دربار ۾ پهچي ڪورون کي گهڻو ئي سمجهايو ته انجام ڪيو هجو ته ١٣ سالن بعد راڄ گدي واپس ڏيڻي پر ڪورون صاف جواب ڏنو. نيٺ ٻيو ڪو رستو نه ڏسي جنگ جو اعلان ڪيو ويو. پانڊون ۽ ڪورون جي يڌ آمباليءَ پر سان ڪرو ڪيتر

جي ميدان تي ڪتيءَ ( آڪٽوبر نومبر ) واري مهني
ڀ گيارس جي ڏينهن سج اُڀرڻ وقت شروع ٿي. ڪورون
جي طرف ١١ ڪوٽيون ۽ پانڊون جي طرف ٧ ڪوٽيون
لشڪر ڪٺو ٿيو. ٻنهي طرفن ١٨ سپهه سالار هئا. جملي
٤٠ لک لشڪر هو. ڀڳوان ڪرشن پانڊون جو طرف ورتو
۽ پارٿ رٿ جو سوار ٿيل اُرجن کي آڻي جنگ جي
ميدان ۾ کڙو ڪيو. يڌ جي ميدان تي اُرجن پنهنجا
ويجها عزيز، مٽ مائٽ، راجائون، گرو، ڀائر ماما وغيره
ڏسي دکي ٿي ڀڳوان کي چوڻ لڳو. ته هي ڀڳوان مان
جنگ نه ڪندس. ڀڳوان اُرجن کي موهه ۾ وياڪل
ڏسي کيس اُپديش ڏيڻ لڳو ته آتما اَمر آهي ۽ شرير
ناسونت آهي. ڪتري ڌرم جو تنهنجو آهي سو اَزخود
توکان جنگ ڪرائيندو. اون جو چئين ٿو ته مان جنگ
نه ڪندس سو اهو تنهنجو چوڻ اَجايو آهي، تون فقط
منهنجي شرڻ ۾ اَچ ۽ نشڪام ٿي ڪرم ڪر. ڀڳوان
پوءِ کيس وراٽ روپ ڏيکاري اُتساهه ڏياريو ۽ گيتا جو
گيان سمجهائي سندس موهه ناس ڪيو جنهن ڪانپوءِ
اُرجن چوڻ لڳو ته ڀڳوان هاڻي مان جنگ ڪندس ۽
منهنجو موهه دور ٿيو. گيتا جو تت هن موهه تي ئي
ٻڌل آهي. گيتا جو جنم سڄو ڌرمن ۾ رڪاوٽ وجهندڙ
موهه کي دور ڪرڻ لاءِ ٿيو آهي. موهه ناس ڪرڻ
۽ تياڳ سکڻ ئي اُن جو مقصد آهي.

لوڪن جي موهه روپي اَنڌڪار کي دور ڪرڻ لاءِ
ئي هيءَ گيتا رُوپي جوت جڳائي وئي آهي.



# شري ڳڻيشايہ نمہ

اوم نمو ڀڳوتي واسديوايہ

## پرارٿنا

ٿو مہو ماتا چہ پتا ٿو مہو
ٿو مہو بنڌو شچہ سکا ٿو مہو
ٿو مہو وديا درو ڻم ٿو مہو
ٿو مہو سرو مـم ديو ديو

## پرارٿنا جو ارٿ

ٿون ئي ماتا ۽ پتا بہ ٿون ئي آهين.
ٿون ئي مٽ مائٽ ۽ دوست بہ
ٿون ئي آهين.
ٿون ئي وديا ۽ ناڻو آهين.
هي ديون جا ديوا منهنجو سڀ ڪجهہ
ٿون ئي آهين.



# گهڙا جو آرنيپ

ٻڌهن ڪورڪ ۾ پانڊو مهاڀارت
ستيري هليا ٻڌهن راجا ڌرتراشٽر
يڌ ڌسڻا لاءِ هليدس. ٻڌهن ڪرڻ لاءِ
ته هي راڄن! توکي آکيون ته ڏوڻ جي يڌ ڪرڻ لاءِ
ڌسي سگهندين؟ ٻڌهن وياس ديو چوڻ لڳس
ڏ سندس نه پر ٻڌندس ته سهين. اَڏهن ڌرتراشٽر چوڻ لڳو ته مان ٻ
هي راڄن! تنهنجو رت هلائڻا وارو جو سنجيه آهي
و منهنجو ڀڳت آهي. تنهن ڪري هي راڄن! جيڪي
۾ ٿيندو سو سڀ توکي سنجيه ٻڌائيندو.
هن اِهي وچن سنجيه ٻڌا، ٻڌهن همٿ ٻڌي ڪري
ن ديو کي نمسڪار ڪري چوڻ لڳو ته هي سوامي!
رت جي يڌ لاءِ ڪر ڪيترو ۾ ٿيندي ۽ مان هس
اپور ۾ هوندس. توهان جو آگيا ڪٿي ته هي راڄن!

سنجيہ لوڪي اِلي ني سڀ ڪجھ ٻڌائيندو، سو هي سوامي! ڪر ڪنتر جي ڪر موتڪي هتي ڪيئن ٿيندي ۽ ڪيئن مان راجا کي ٻڌائيندس؟ جڏهن اهڙيءَ ريت سنجيہ وياس ديو جي اڳيان وينتي ڪئي لڏهن وياس ديو پرسن ٿي چوڻ لڳو ته هي سنجيہ! منهنجي ڪرپا سان لوڪي الي سڀ ڪجھ ڏسڻ ۾ ايندو. جڏهن وياس ديو سنجيہ کي اهو ور ڏنو، لڏهن اُن مهل ئي سنجيہ کي يڌ جي سڀ خبر پوڻ لڳي ۽ يڌ ڪلي پس ۽ دويہ درشٽي ملي ويس.

**سنجيہ سمگهہ سڀاءِ، سماچار سنگرام جو منهنجا ۽ منهنجي ياءَ جا، پٽ گڏ ٿيا هڪ جاءِ ڌرم کيتر ڪر کيتر ۾، يڌ جي لالچ لاءِ جنگ جي جوڙي جاءِ، رهيا ڪي راهي ٿيا.**

**هاڻي مهاڀارت جي يڌ جو ڪوتڪ ٻڌو.**

سڀ ڪوٺيون سينا پانڊون جون ۽ ٻارهان ڪوٺيون سينا ڌرتراشٽر جي پٽن ڪورون جون، اهي سڀ سينائون گڏ ٿي يڌ جي ميدان ئي وچ بيٺيون. هاڻي ڌرتراشٽر سنجيہ کان پڇي ٿو.

# شريمد ڀڳوت گيتا

## اڌياءُ پهريون

[ ارجن جو دک (موھ) يوگ ]



ڌرتراشٽر چوي ٿو تہ هي سنجيہ! ڌرم جي پڙ جي جيڪا جاءِ ڪرڪيتر آهي اتهن ۾ منهنجن پٽن ۽ پانڊون جي پٽن ڇا ڪيو سو مونکي ٻڌايو؟

سنجيہ چوڻ لڳو تہ، هي راجن! توهان جو پٽ جيڪو دريوڌن آهي، تنهن پانڊون جي سينا ڏٺي. سينا جي جوڙجڪ ڏسي ڪري پنهنجي گرديو ڊروڻاچاريہ وٽ وڃي، هٿ ٻڌي، وينتي ڪري چوڻ لڳو تہ هي سوامي! ڏسو تہ سهين پانڊون جي سينا کهڙيءَ نہ چڱيءَ ريت سان بيٺي آهي. توهانجي ٻڌيوان شش دروپديءَ جي پٽ درشٽ دمن جو تيار ڪيل مهاڀاري لشڪر تہ اچي ڏسو. هي سوامي! پانڊون جي سينا جو جوڙجڪ ڏسي مونکي تہ اَچرج وٺي ويو آهي.

هي راڄا! پاندون جي سڀا ۾ جيڪي مکيه يوڌا آهن
اُنهن جا نالا ٻڌو لـ کهڙا آهن؟ هن سينا ۾
وڏي ڌنش ڌارڻ وارو اَرجن، ڀيمسين، راجا يُيُڌان، راجا
وراٽ، راجا دروپد، مهارٿي دِرشٽ ڪيتُ، چيڪتان،
وڏي ٻل وارو ڪاشيءَ جو راجا، پُرجت ڪنتي ڀوج،
منش ۾ اُتم يوڌا، شيبو؛ وڏي ٻل وارو اُتموج، سڀدرا
جو پُٽ اَڀيمنيو ۽ دروپد جا سڀ پُٽ مهارٿي آهن.
هاڻي ورِي دريوڌن پنهنجيءَ سينا جا مکيه يوڌا
دروڻاچاريه کي ٻڌائي ٿو. سڀني براهمڻن ۾ اُتم دروڻاچاريه،
ڀيشم، ڪرپاچاريه، اَشوٿاما، ڪرڻ، سومدت ۽ ٻيا ٻه
ٽيئي يوڌا آهن. اُهي کهڙا آهن جن منهنجي لاءِ شرير
ڪشٽ ۾ وڌو آهي ۽ گهڻن پرڪارن جي هٿيارن ڌارڻ
وارا آهن ۽ يُڌ ڪرڻ لاءِ ڏاڍا ٻلوان آهن ۽ منهنجي سينا
تمام ٻيڻي يارهن ڪوٽيون آهن ۽ پاندون جي سينا
ٿوري ست ڪوٽيون آهن ۽ اسان جي سينا جو رکيا
ڪندڙ ڀيشم آهي ۽ پاندون جي سينا جو رکيا ڪندڙ
ڀيمسين آهي.
هاڻي دريوڌن پنهنجي سينا کي چوي ٿو ته هي
منهنجي پياري سينا! توهان سڀ ڀيشم جو حڪم مڃي
اُن جي رکيا ڪريو. ساري سينا جا لوڪ اِهي وچن
ٻڌي دريوڌن کي خوش ڪرڻ لاءِ سنک وڄائڻ لڳا.
ساريءَ سڀا ۾ وڏو جو ڀيشم آهي تنهن پنهنجو پرتاپ
وارو سنک وڄايو ۽ شينهن وانگر گجگوڙ ڪرڻ لڳو.

تنهن کان پوءِ اُن جي پنيان سيني سنک وڄايا ۽ نوبت نغارا ڍول مک باجا ۽ بگل وڄائڻ لڳا.

هاڻي پانڊون جي سينا جي باجن ۽ سنکن جو وستار ٻڌو. ٻهريائين ته شري ڪرشن ڀڳوان رٿ تي ويٺو آهي اُن رٿ جي سوڀيا تنهي لوڪن ۾ اُتم آهي. ساري رٿ جو سامان سونو آهي ۽ گهڻن ۾ڪارن جا هيرا موتي جواهر جڙيل اٿس. جهڙيءَ ريت برسات جي مند ۾ بادلن جو آواز ٿيندو آهي، تهڙيءَ ريت ان رٿ جي ڦيٿن جو آواز آهي. اهڙو ته اُرجن جو رٿ آهي جنهن تي شري ڪرشن ڀڳوان براجمان آهي ۽ گهوڙن جي شوڀيا وري ڪهڙي آهي جهڙوڪ گئوءَ جو کير، اهڙو ته گهوڙن جو رنگ آهي. گهوڙن جو منهن وري اهڙو آهي جهڙو پپڻ جو گل ٽڙيل هوندو آهي جن جا ڳچي ۽ ڪن تمام سهڻا آهن ۽ پڇ به سهڻا اٿن ۽ پٺ جي ڏاکي ۾ سون جا گهنگهرون پوتل ڳچيءَ ۾ پيل اٿن ۽ پيرن ۾ سون جا نورا پيل اٿن اهڙي ته گهوڙن جي شوڀيا آهي. اهڙي سندر رٿ تي ڀڳت وڇل شري ڪرشن ڀڳوان ويٺو آهي تنهن پنچ جن نالي سنک وڄايو. ديو دت نالي سنک اُرجن وڄايو ۽ پونڊر نالي سنک ڀيمسين وڄايو. سو ڀيمسين ڪهڙو آهي جنهن جو پيٽ تمام وڏو آهي ۽ سندس ڪرم به تمام اوچا آهن. اننت وڄيه نالي سنک ڪنتيءَ جي پٽ راجا يڌشٽر وڄايو ۽ سگهوش نالي سنک نڪل وڄايو ۽ مڻي پشپ نالي سنک

سهڊيو وڄايو. وڏي ڌنش ڌاري ڪاشيءِ جي راجا
مهارٿي شکنڊي ۽ سنک وڄايو ۽ راجا وراٽ ۽ سنک
وڄايو. ڌرشٽ دمن ۽ اَڄيت جو ڪنهن کان ۽ جيتيو
نه وڃي، اُهڙو نه ساتيڪو جادوَ آهي تنهن ۽ پنهنجو
سنک وڄايو ۽ راجا دروپد ۽ سنک وڄايو ۽ بيا ڇترا
۽ پانڊون جي سينا جا يوڌا هئا تن سڀني پنهنجا پنهنجا
سنک وڄايا ۽ وڏي ٻانهن وارو سيدرا جو پٽ اُيمنيو
آهي تنهن ۽ پنهنجو سنک وڄايو ۽ اُنهن سنکن جو آواز
ڌڌي ڌرتراشٽر جي پٽن ڪورون جا هردا ڦاٽڻ لڳا ۽
سنکن جي آواز کان زمين ۽ آڪاش هڪ ٿي ويا. انهيءَ
کانپوءِ ڌرتراشٽر جي پٽن جي سينا اَرجن ڏٺي. جڏهن
ٻنهي سينائن پاڻ ۾ ماڻ هڻڻ شروع ڪيا تڏهن اَرجن
پنهنجو ڌنش کڻي ۽ ڪرڻ کان اڳ شري ڪرشن ڀڳوان
کي چوڻ لڳو ته هي اَڇت! منهنجو رٿ ڪرپا ڪري
ٻنهي سينائن جي وچ ۾ وٺي هلو ته مان ڏسان ته مون
سان ۽ ڪرڻ لاءِ ڪير ڪير آيا آهن؟ جي پنهنجن
پراڻن ۽ ڌن کي ڇڏيو آيا آهن، تن کي مان جاچي ڏسان.
سنجي چوڻ لڳو:- هي ڌرتراشٽر! جڏهن اَرجن
اِهي وچن شري ڪرشن ڀڳوان کي چيا تڏهن شري
ڪرشن ڀڳوان اَرجن جو رٿ ٻنهي لشڪرن جي وچ
۾ آڻي بيهاريو.
شري ڪرشن ڀڳوان اَرجن کي چيو ته هي اَرجن!
مون تنهنجو رٿ ٻنهي سينائن جي وچ ۾ آڻي بيهاريو

آهي. هاڻي اُتي تون اُنهن کي ڏس. اَرجن اُتي ڏ
لڳو ته ڇا ڏٺائين؟ پتا، ماما، گرو، ڀائر، پٽ، پوٽا
سهرو، سالا ۽ مٽ مائٽ سڀ پنهنجائي ڪٽنبي ڏٺائين
هنن کي ڏسي ڪري اَرجن کي ڏاڍي ديا آئي ۽
دک ۾ پئجي ڪري شري ڪرشن ڀڳوان کي چوڻ لڳو،
هي شري ڪرشن ڀڳوان! هن سڀني ۾ مونکي رڳو سڀ
پنهنجو ئي ڪٽنب ڏسڻ ۾ ٿو اچي. هن کي ڏسي
مونکي ڏاڍو دک ٿو ٿئي ۽ منهنجو شرير ڏاڍو وياڪل
ٿي پيو آهي ۽ هٿن مان گانڊيو ڌنش پڻ ڪري پيو آهي
۽ منهنجو اَندر پيو سڙي ۽ ٻيهي نٿو سگهان. هي ڪيشوَ!
مان سڳڻن ۾ خراب پيو ڏسان ۽ مان پنهنجي جڳ ۾
اُنهيءَ ۾ نٿو سمجهان. هي ڪيشوا! پنهنجي ڪٽنب سان
يڌ ڪرڻ ۾ مونکي ڪوئي لاڀ ڪو نه ٿيندو. مان
پنهنجي ڪٽنب کي ماري راڄ ڪريان سو هي ڪيشوا!
مونکي راڄ ڪرڻ جي ڪامنا ڪانهي. هي گوبند! راڄ
کهڙي ڪم جو آهي؟ جنهن سک لاءِ راڄ وڻجي ٿو ته
ڪٽنب جا ماڻهو سک پائين سي ڪٽنب جا ماڻهو ماري
اڄ ڪريان؟ هي جو ڪٽنب جا ماڻهو يڌ ڪرڻ لاءِ
ا آهن سي ڪير آهن؟ گرو، پتا، پٽ، پوٽا، سهرو،
لا ۽ مٽ مائٽ. هي مڌسوڌن! اُنهن جي مارڻ جي
ڪي اِڇا ڪانهي ۽ اُنهن تي مونکي ديا ٿي اچي.
ٽنهي لوڪن جا سوامي! اُنهن جي مارڻ ڪري
ڪي ٽنهي لوڪن جو ڪٽي راڄ ۾ ملي تڏهن ۾ مان

هنن کي نہ ماريندس، سو هي تہ ڌرلپيءَ جو راج آهي.
هي جناردن! ڌرتراشٽر جي پٽن کي مارڻ ڪري مونکي
ڪو ني لاڀ ڪونہ ٿيندو اُلٽندو اُنهن جي مارڻ ڪري
مونکي پاپ لڳندو. تونڙي هو وڏا پاپي آهن، تڏهن
بہ هنن کي مارڻ نہ گهرجي. هي ڀڳوان! هو سڀ پوڄا
ڪرڻ جي يوڳہ آهن. هنن کي مان ڪڏهن بہ نہ ماريندس
هي مادو! انهن ڪيترن لوڪن کي مارڻ مان مونکي
ڪهڙو سک پراپت ٿيندو. توري راڄ جي لالچ ڪري
اُنهن جي بد اُڌي تي پهتي آهي. جيڪو ڪل جي
ناس ڪرڻ مان دک پراپت ٿيئي ٿو، تنهن کي هي راڄ
جو لوڀ ڪري نا سمجهن، پر مان اُنهن کي دک ڪري
ٿو سمجهان. ڪل جي ناس ڪرڻ مان جيڪو نتيجو ملي
ٿو، سو مان ڄاڻان ٿو. هي جناردن! ڪل جي ناس ٿيڻ
ڪري ڪل جا اُڳيان ڌرم جيڪي هلندا اچن ٿا اهي
بہ ناس ٿا ٿين. جڏهن ڪل جا ڌرم ناس ٿيا تڏهن ساري
ڪل ۾ اُڌرم آجي پرويش ڪندا ۽ ڪل جون جيڪي
استريون هونديون، اهي سڀ وڏواڻون ٿي پونديون.
پوءِ اُهي وڌوا استريون ٻين پرشن سان سنگ ڪنديون،
اُنهن مان ورن سنڪر سنتان پيدا ٿيندي انهن ورن
سنڪر سنتان جي هٿ جو پند ۽ جل پترن کي نہ
پهچندو. پترن کي پند ۽ جل نہ پهچڻ ڪري انهن جا
پتر سرڳ مان ڪري نرڪ ۾ اچي پوندا. اُنهيءَ ڪري
هي شري ڪرشن ڀڳوان! جنهن ڪل کي ناس ڪبو

تنهن جڙا مهاپاپ ڪيو. سو اهو پاپ انهيءَ لي آهي
جو ڪل سان ڪپٽ تو ڪري (ڪل کي ناس تو ڪري)
وري انهن پاپن جو نتيجو ڪهڙو تو پائي؟ سدائين نرڪ
يوڳي تو، اهو مون نياءَ شاستر ۾ ٻڌو آهي. وري ارجن
پڇنائي ۽ هٿ مهٽي چوي تو تہ هاءِ! هاءِ! ڏسو تہ
پائي! مون کي گهڙي نہ پاپ لاءِ ادم ڪرايو آٿن!!!
راڄ جي سک لاءِ پنهنجي ڪل جو ناس تي ڪيم. هاڻي
مان پنهنجا هٿيار ڦٽا تو ڪريان ۽ ڌرتراشٽر جي پٽن
کي هٿن ۾ هٿيار هوندا ۽ مان انهن جي سامهون ويندس
تہ مونکي ماريندا ۽ انهيءَ ۾ منهنجو جس ٿيندو تنهن
ڪري مان **يڌ نہ ڪندس.**

سنجيہ ڌرتراشٽر کي چوي تو تہ هي راجن! ارجن
اهي وچن چئي ڪري پنهنجو ڌنش باڻ ڦٽو ڪري
وچ رٿ ۾ ويهي رهيو.

## تات پرج

ارجن پنهنجي ڪٽنبين کي يڌ جي ميدان ۾ ڪڙو
ل ڏسي، موهہ ۾ پئجي هٿيار ڦٽا ڪري وياڪل
رت ۾ وچي ويهي رهيو تہ مان جنگ نہ ڪندس.

**ت شري ڀڳوت گيتا شري ڪرشن ارجن**
**سنبادي ڀهريون اڌياءُ پورو ٿيو.**

# * ويھين اڌياءَ جو مهاتم *

هڪ سمي ڪيلاش پربت تي مهاديو ۽ پاروتي پاڻ ۾ ڳالهيون ڪري رهيا هئا. تڏهن پاروتيءَ سوال ڪيو ته هي مهاديو! توهان پنهنجي اندر ۾ ڪهڙي گيان ڪري پورڻ آهيو. جنهن گيان جي بل ڪري سنسار جا لوڪ توهانکي شو جي ڪري ٿا پوڄن. توهانجا ڪرم ته هي ڏسڻ ۾ ٿا اچن جو مرگ ڇالا پهريو ٿا، ڀسم تي مساڻ جي رک لايو ٿا ۽ گجيءَ ۾ نانگن ۽ مڙدن جي سسن جي مالا پايو ٿا. انهن ۾ ته هي سوامي! ڪوئي به پورڻ ڪوند ٿو ڏسڻ ۾ اچي. هي پريو! ڪرپا ڪري مونکي اهو ڳڻ ٻڌايو جنهن گيان ڪري توهان اندر ۾ پورڻ آهيو.

تڏهن شري مهاديو چوڻ لڳو ته هي پاروتي! ٻڌ. جنهن گيان ڪري مونکي ٻاهريان ڪرم نٿا وياپن اهو گيتا جو گيان آهي. انهيءَ گيان جو مان سدائين پنهنجي هردي ۾ ڌيان ڪندو رهندو آهيان انهيءَ گيان ڪري مونکي ٻاهريان ڪرم نٿا لڳن.

پاروتي چوڻ لڳي ته هي ڀڳوان! جيڪڏهن گيتا جو گيان اهڙو آهي جنهنجي توهان ايتري استتي ڪريو ٿا، ڪرپا ڪري ٻڌايو ته انهيءَ گيان ڪي پڙهڻ ڪوئي جو مڪت ٿيو آهي؟

تڏهن شري مهاديو چوڻ لڳو ته هي پاروتي! انهيءَ

هڪڙي ڏينهن ٻڪريءَ کي جهنگ ۾ چارڻ لاءِ وٺي
ويو ۽ وڻن جا پن چونڊڻ لڳو. پن چونڊيندي اُن کي نانگ
ڏنگيو ۽ انهيءَ دم مري ويو ۽ مري وڃي ڪيترا نرڪ
ڀوڳيائين تنهن کان پوءِ ڏاند جو جنم پاتائين. نيٺ ڏاند
هڪڙي پينو فقير ورتو. اهو فقير اُن ڏاند تي چڙهي
سارو ڏينهن شهر ۾ پنندو هو ۽ جيڪا ڀکيا پني ايندو
هو سا اچي پنهنجي ڪٽنب سان ملي کائيندو هو ۽ اهو
ڏاند ساري رات دروازي تي ٻڌو پيو هوندو هو. اُن
جي کائڻ پيئڻ جي ڪا به سڌ ڪانه رکندو هو فقط ٿورو
چارو اُنجي اڳيان وجهي ڇڏيندو هو. وري اڃان صبح
ٿيندو ئي ڪين هو ته اُن تي چڙهي پنڻ ويندو هو.
ائين ڪندي ڪيترا ڏينهن گذري ويا. هڪڙي ڏينهن
اهو ڏاند ٻڪ ۽ ڏکن جو ماريل ڪري پيو ۽ اهو فقير
اُنکي اُٿارڻ لاءِ مارڻ لڳو پر هو اُٿيئي نه پيو ۽ نه وري
جو ساهه ئي نڪري پيو. شهر جا لوڪ ڏسي اُنکي
جو پنهنجو ڦل ڏيڻ لڳا. ڪو ورت جو ڦل پيو ڏئي
...و تيرٿ جو ڦل پيو ڏئي، پر ڏاند جو ساهه نڪري
اتي هڪڙي ڪيري آئي انهيءَ ماڻهن کان پڇيو
ڏاند کي ڇا ٿيو آهي؟ ماڻهن چيس ته هنجا پراڻ
۽ پيو ٿو ڦٿڪي سيڪنهن پنهنجو پنهنجو ڦل
...ڏنهن به هنجو ساهه نٿو نڪري. تڏهن ڪيريءَ
...ن جيڪي ڪرم ڪيا آهن انهن جو ڦل مون
جي نمت ڏنو. هن اُجا ايترو مس چيو ته

**ارڙهون اڌياءُ منهنجا پير آهن** ۽ سڀ گيتا جا جيڪي شلوڪ آهن سي منهنجون رڳون آهن ۽ جيڪي گيتا جا اکر آهن، سي منهنجا وار آهن. اهڙي جا منهنجي شبد روپي گيتا آهي تنهن جو ارٿ مان هردي ۾ ڌارڻ ڪريان ٿو ۽ ڌاري آنند ۾ مگن رهان ٿو. هي لڇمي! لون چائي سمجهين؟ تنهنجي من ۾ ائين هوندو ته مان ويٺي ٿي پر مهتمان تنهن ڪري ناراڻ کي آنند ٿئي ٿو. هي لڇمي! گيتا جو مهاتم ته پوءِ چوندس پر هاڻي شلوڪ ٿو چوان.

## شــلــوڪ

سڀئي شاسترن ۾ گيتا، سڀئي ديوتائن ۾ هري، سڀئي تيرٿن ۾ گنگا، سڀئي ڌرمن ۾ ديا، ٻن جاڻي پاپ ڇي، ديهه جاڻي اپدا، گيتا جو ارٿ ڪرشن جاڻي.

ٻه ٻه اکون سڀ کي، ودوان اکون ٽي، ست اکون ڌرمالما، گماني اکون انمڪ.

هي لڇمي! هاڻي ڀهرڻ اڌياءُ جو مهاتم ٻڌ.

شو جي پاروتيءَ کي ٻڌائي ٿو ۽ ناراڻ لڇميءَ کي ٻڌائي ٿو ته هي لڇمي! شوڌو ذات جو هڪ پراڻي هو اهو سدائين چندال سان سنگت ڪندو هو. ليل ۽ لوڻ [illegible] ڪندو هو. انهيءَ هڪڙي نڪري پالي هئي.

ھڪڙي ڏينھن ٻڪريءَ کي جھنگ ۾ چارڻ لاءِ وٺي
ويو ۽ وڻن جا پن ڇنڻ لڳو. پن ڇنندي اُن کي نانگ
ڏنگيو ۽ انھيءَ دم مري ويو ۽ مري وڃي ڪيترا نرڪ
ڀوڳيائين تنھن کان پوءِ ڍاند جو جنم پاتائين. نيٺ ڍاند
ھڪڙي پينو فقير ورتو. اھو فقير اُن ڍاند تي چڙھي
سارو ڏينھن شھر ۾ پِنندو ھو ۽ جيڪا ڀکيا پني ايندو
ھو سا اچي پنھنجي ڪٽنب سان ملي کائيندو ھو ۽ اھو
ڍاند ساري رات دروازي تي ٻڌو بيٺو ھوندو ھو. اُن
جي کائڻ پيئڻ جي ڪانئي سڌ ڪانه رکندو ھو فقط ٿورو
چارو اُنجي اڳيان وجھي ڇڏيندو ھو. وري اجان صبح
ٿيندو ئي ڪين ھو ته اُن تي چڙھي پنڻ ويندو ھو.
ائين ڪندي ڪيترا ڏينھن گذري ويا. ھڪڙي ڏينھن
اُھو ڍاند ٿڪ ۽ ڏکن جو ماريل ڪري پيو ۽ اھو فقير
اُنکي اُٿارڻ لاءِ مارڻ لڳو پر ھو اُٿيئي نه پيو ۽ نه وري
ھنجو ساھ ئي نڪري پيو. شھر جا لوڪ ڏسي اُنکي
پنھنجو پنھنجو ڦل ڏيڻ لڳا. ڪو ورت جو ڦل پيو ڏئي
ته ڪو تيرٿ جو ڦل پيو ڏئي، پر ڍاند جو ساھ نڪري
ئي نه. اتي ھڪڙي ڪيري آئي انھيءَ ماڻھن کان پڇيو
ته ھن ڍاند کي ڇا ٿيو آھي؟ ماڻھن چيس ته ھنجا پراڻ
نٿا وڃن ۽ پيو ٿو ڦٿڪي سيڪنھن پنھنجو پنھنجو ڦل
ڏنو اٿس تڏھن به ھنجو ساھ نٿو نڪري. تڏھن ڪيريءَ
چيو ته مون جيڪي ڪرم ڪيا آھن انھن جو ڦل مون
ھن ڍاند جي نمت ڏنو. ھن اُجا اينترو مس چيو تہ

هڪدم ڏٺو مڪٽ تي ويو. اهو هنن چڙهي وڃي
برهمڻ جي گهر جنم ورتائين. پڻس هندو نالو سرما رکيو.
جڏهن هو وڏو ٿيو، تڏهن ودياسڪار ٿيس. ان کي
پنهنجي اڳين جنم جي خبر هئي تڏهن ڪري هڪڙي
ڏينهن هن پنهنجي من ۾ خيال ڪيو ته جنهن ڪيڙيءَ
مونکي ڏاند جي جنم کان ڇڏايو تنهن جو درشن ڪرڻ
گهرجي. اهو خيال ڪري ڪيڙيءَ جي گهر آيو ۽ اچي
چيائينس ته هي ڪيڙي تون مونکي سڃاڻين ٿي ته مان
ڪير آهيان؟ ڪيڙيءَ چيو ته مان توکي نٿي سڃاڻان
ته تون ڪير آهين. تون براهمڻ مان ڪيڏي منهنجي
لاءِ تنهنجي ڪهڙي سڃاڻپ آهي. تڏهن براهمڻ چيو
ته مان اهو ساڳيو ڏڳو آهيان جنهن کي تو پنهنجو ڦل
ڏنو هو. جنهن ڪري مون ڏڳي جي جنم کان ڇٽي
اچي براهمڻ جي گهر ۾ جنم ورتو آهي. تو مونکي
پنهنجو اهو ڦل ٻڌاءِ ته اهو ڪهڙو ڦل هو جو تو مونکي
ڏنو هو! تڏهن ڪيڙيءَ چيو ته مان پنهنجي ڄاڻ ڪري
چوان ٿي ته مون ڪو به پن ڪونه ڪيو آهي پر منهنجي
گهر ۾ هڪڙو طوطو آهي جو صبح جو سويل اٿي پڙهندو
آهي ۽ مان انجو آواز ٻڌندي آهيان. اهو پن مون تنهنجي
نمت ڏنو هو. تڏهن اَن براهمڻ طوطي کان پڇيو ته هي
طوطا! تون ڇا پڙهندو آهين؟ تڏهن طوطي چيو ته مان
اڳين جنم ۾ براهمڻ جو پٽ هوس. منهنجي پيءُ مونکي
گيتا جي ڇهين اَڌياءَ جو پاٺ سيکاريو. هڪڙي ڏينهن

گروءَ مونکي پاڙهيو پئي ته مون چيو ته مونکي گرو ڇا ٿو پاڙهي. تڏهن گروءَ مونکي سراپ ڏنو ته وڃي طوطو ٿيءُ. انهيءَ مهل ئي مون طوطي جو جنم پاتو. هڪڙي ڏينهن مونکي ماري ڦاسائي وٺي آيو. رستي ۾ هڪڙي برهمڻ ڏٺو. تنهن مونکي پئسن تي ورتو. اهو برهمڻ به پنهنجي پٽ کي گيتا جو پاٺ سيکاريندو هو. مون به اهو پاٺ سکي ورتو. اوچتو هڪڙي ڏينهن برهمڻ جي گهر ۾ چور آيا پر انهن کي ڪجهه ڌن پراپت نه ٿيو ۽ منهنجو پڃرو کڻي اٿي هليا. انهن چورن جي پريت هن ڪيريءَ سان هئي، هو منهنجو پڃرو هن ڪيريءَ کي ڏيئي ويا. مان روز گيتا جي ٻهرئين اَڌياءَ جو پاٺ ڪندو آهيان ۽ ڪيري روز ٻڌندي آهي منهنجي سمجهه ۾ اچي ٿو ته اهو ئي پڄ هن انهنجي نمت ڏنو هو. تڏهن برهمڻ چيو ته هي طوطا! مان به برهمڻ آهيان سو تون منهنجيءَ آشيرواد سان مڪتيءَ کي پراپت ٿيندين. طوطي جي به مڪتي ٿي ويئي ۽ اها ڪيري به چڱا ڪرم ڪرڻ لڳي ۽ سدائين صبوح جو سنان ڪري گيتا جي ٻهرئين اَڌياءَ جو پاٺ ڪندي رهي. ان جي مڪتي ٿي وئي.

شري نارائڻ چوڻ لڳو ته هي لڇمي! ڪو به آڇارڻ گيتا جو پاٺ ڪري يا فقط ڌيان ڏيئي ٻڌي ٿو ته به انهيءَ کي مڪتي ملي ٿي. اهو ٻهرئين اَڌياءَ جو مهاتم آهي، جو مون توکي ٻڌايو.

**اِت شري ڀڳوت گيتا جي ٻهرئين اڌياءَ جو مهاتم پورو ٿيو.**

# ادياءَ ٻيون
## [ سانکيہ يوگ ]

سنجيہ ڌرتراشٽر کي چوڻ لڳو تہ هي راجن! ارجن



جڏهن دَيا ۾ ٻوڙجي ڪري
ٻسو، اکيون جنهن جون ڳوڙهن
۾ لال ٿي ويئون ۽ سارو
سريرُ ڏڪڻ لڳس. اهو حال
ڏسي ڀڳت وڇل شري ڪرشن
ڀڳوان چوڻ لڳو تہ هي ارجن!
هن وقت ۾ اهو دک ۽ درد
توکي ڪٿان آيو؟ اها تہ نيچ
ماڻهوءَ جي نڌي آهي. انهيءَ
ڪري توکي سورڳ بہ ڪونہ ملندو ۽ هن جهان ۾ بہ
تنهنجو جس نہ ٿيندو. هي ارجن! اها اڳيانس جهڙي
هڏي لوءِ ۾ نہ هئڻ گهرجي. هي ارجن! انهيءَ نيچ نڌيءَ
کي ٿياڳ ڪر ۽ اٿي ٻڌ ڪر. ارجن شري ڪرشن ڀڳوان
جا اهي وچن ٻڌي چوڻ لڳو تہ هي مڌسودن! هي
دشمن کي ناس ڪرڻ وارا! هي منهنجا پيارا متر!
ڀيشم پتامہ ۽ درونا چاريہ تہ پوڄا ڪرڻ جي لائق آهن.
انهن جي اڳيان ڪجهہ ٿل پشپ ڀيٽا رکڻ گهرجي. پر
هي سوامي! پوڄا تہ نہ ڪجي پر اُلٽو انهن سان ٻڌ
ڪجي؟ هيءَ تہ منهنجا گرو آهن انهن جي مارڻ کان

تہ مونکي سنسار ۾ پنهنجو پيٽ پالڻ وڌيڪ چڱو ٿو لڳي. هي سوامي! اِندرين جي سک لاءِ مان هنن سان يڌ ڪريان ۽ راڄائيءَ جا ڀوڳ ڀوڳيان؟ اهي ڪهڙا ڀوڳ آهن؟ نسورا رت ڀرُن ءَ سان ڀريل آهن. هي سوامي! اها ڳالهہ بہ چٽي نٿي سگهجي تہ هر و ڀرو ڪا منهنجي جيت ٿيندي ۽ هي سوامي! مان پڪ چوان ٿو تہ جيڪي ڌرتراشٽر جا پٽ يڌ لاءِ بيٺا آهن، تن کي مارڻ ڪري منهنجو جيئڻ مشڪل آهي، چو تہ هي سڀ منهنجا ڪٽنبي آهن ۽ پوڄا ڪرڻ جي لائق آهن. هي سوامي! توهان جو چئو ٿا تہ نيچ بڌي ڌارڻ نہ ڪر، سو هي سوامي !: مان اهڙو اَگياني آهيان جو مان ڌرم کي بہ نٿو ڄاڻان تہ ڌرم ڇا آهي؟ ۽ اَڌرم ڇا آهي؟ هي سوامي! مونکي ڪابہ خبر نٿي پوي. **مان هاڻ توهان جي شرڻ آيو آهيان.** هي سوامي! جنهن ۾ منهنجو ڪلياڻ ٿئي، اها ڳالهہ مونکي ٻڌايو. هي ديالو! مون کي هاڻي ڏاڍي چنتا ٿي پيئي آهي ۽ مونکي اهڙي ڪابہ ڳالهہ ڏسڻ ۾ ڪانہ ٿي اچي جنهن ڪري منهنجي چنتا لهي وڃي. هي پريو! انهن کي مارڻ ڪري جيڪڏهن مونکي ڪٺي ڌرتي، پاتال ۽ سرڳ جو راڄ بہ ملي، تڏهن بہ منهنجي چنتا نہ لهندي، سو هي پريو! مان رڳو اُنهن کي ڌرتيءَ جي راڄ لاءِ ماريان؟ **"هي پريو! مان يڌ نہ ڪندس."**

سنجيہ چوڻ لڳو تہ هي راجا ڌرتراشٽر! اَرجن کي

شري ڪرشن ڀڳوان چنتا ۾ ٻڏل ڏسي ڪلي خوشيءَ مان چوڻ لڳو ته هي ارجن! **سانکيہ شاستر جو متو ٻڌ.**

هي ارجن! جيڪي گياني پرش آهن سي مئلن ۽ جيئرن جو شوڪ نه ڪندا آهن. هي ارجن! جنهن جي مارڻ جي لوڪي چنتا لڳي آهي، سي تنهنجي چوڻ ڪري مارجي ڪون ويندا. هي ارجن! هي نه هاڻي پيدا ٿيا آهن، نه ٻيء، هاڻي به آهن ۽ پوء بہ ٿيندا. هي ارجن!! هي جو ڳالهائڻ وارا ٻون آتمائون آهن سي اَبناسي آهن. هي ارجن! هن ديهہ جون چار اوستائون آهن:- **(١) ٻالڪ (٢) جوڀن (٣) ٻڍاپڻ (۴) مرڻ** اهي ديهہ جا ڌرم آهن. سو گياني پرش آتما کي اَبناسي سمجهن ٿا. مرڻ ديهہ جو ڌرم آهي، ائين سمجهي ڪري ٻڌوان ڪڏهن به شوڪ نه ڪندا آهن. هي ڪنتيءَ جا پٽ ارجن! لوڪي اندرين جو گيان پراپت ٿيو آهي، سو اهو گيان دک سک کي پيدا ڪندڙ آهي ۽ اهو دک سک ٿئي ۽ لوڙ وري ناس بہ ٿئي ٿو، اهو سدائين نہ رهندو آهي. هي ارجن! انهيءَ کي تون پنهنجي وس ڪر، جنهن پرش اهي اندرون پنهنجي وس ڪيون آهن يعني دک سک کي هڪ سمان ڪري سمجهي ٿو اهو ئي موکش کي پائي ٿو.

هي ارجن! هيءَ آتما سڀ ۾ وياپڪ آهي تنهنڪي تون اَبناسي سمجهہ، جا ڪڏهن بہ ناس ٿيڻ جي نہ آهي ۽ نہ ڪنهن جي مارڻ جي آهي. هي جو ناسونت سرير

آهي سو پيدا ب ٿئي ٿو نه وري ناس ب ٿئي ٿو ۽ اه
وري ڪهڙو آهي؟ جو نر آڌار آهي يعني ڪجھ ڪا
پيٿي نٿو ۽ نه وري هن آتما جي ماپ ب ڪا آهي ت
ڪيتري آهي. **تنهن ڪري هي ارجن! تون اُٿي**
**يُڌ ڪر** جنهن ڪوئي چوي ته تو هنن کي ماريو آهي
بر هي اَرجن! نه ڪنهن ماريو آهي نه ڪوئي مئو آهي.
آتما اُها آهي جا نه جمي ٿي ۽ نه مري ٿي ۽ ائين ب
نه آهي ته ڪڏهن ڪانهي. آتما اها آهي جا جنم مرڻ
کان رهت آهي، نت آهي، اَبناسي آهي ۽ ڪنهن جي
چوڻ تي ماري ب نٿي وڃي. شرير مري ب ٿو ۽ جمي
ب ٿو. **مرڻ شرير جو ڌرم آهي ۽ آتما سدائين**
**امر آهي.** هي اَرجن! جن اهڙو آتما کي نه سمجهيو
آهي سي اَگياني پُرش آهن. هي اَرجن! جيڪو چوي
ٿو ته مون هنکي ماريو يا هن مونکي ماريو آهي سو ب
اَگياني آهي. هي اَرجن! ديهه ۽ آتما جو سنجوڳ ڪئو
ٿي آهي، ڪهڙيءَ طرح سو ٻڌ. **جهڙي طرح مڙو**
**ڪپڙو لاهي وري ڪٽي اچو ڪجي ڏڏن آتما**
**راڏي ديهه ڇڏي وري وڃي ڏهڻ** ديهه ۾
**ي ٿي.** وري آتما ڪهڙي آهي جا هٿيارن سان
جي نٿي. باهه ۾ سڙي نٿي. پاڻيءَ ۾ ٻڏي نٿي ۽
۾ سڪي نٿي. ... جا آتما آ... سا نياري آهي
...ڄم کان ... ڻ کان پري

آهي ۽ سدائين اڻناسي آهي، ڪڏهن نه هوءِ ناس ٿيڻ
جي نه آهي ۽ سرو وياپڪ آهي. تنهن ڪري اُن کي
نت ۽ اَسچل چون ٿا. وري آتما ڪهڙي آهي جا ڏسڻ
کان پري آهي اڻڪي ڪنهن نه ڪو نه ڏٺو آهي، نه
ڪنهن جي خيال ۾ ٿي اچي ۽ ڪم ڪري نه ٿي.
هي ارجن! جن اهڙو آتما کي سمجهيو آهي سي وري
ڪنهن جي چيا ڪن؟ تهڙيءَ طرح مون توکي چيو
نه هي ارجن! تون آتما کي اهڙو نٿو ڄاڻين ته نه خيال
ڪري ڏس ته **جيڪو ڄائو آهي سو نيٺ مرندو
۽ جيڪو مئو آهي سو نيٺ ڄمندو**. اهڙيءَ طرح
هي اَرجن! تون اُنهن ڄاڻي ڪنهن جو ڏک نه ڪر.
هاڻي وري سڀ ٻڌاءِ ٻڌ. هي ارجن! هي جي پوس
پراڻي آهن تن جي ڪا آد ۽ اَنت ڪانهي نه اِهي ڪٿان
آيا آهن ۽ ڪيڏانهن ويندا. هي وچ ۾ ٿي ٿا ڏسجن.
جڏهن هي شرير کي ڇڏين ٿا تڏهن ڪا سڌ ڪانه ٿي
پوي ته ڪيڏانهن ويا. جن جي آد ۽ اَنت ئي ڪانهي
نه ڪٿا آيا ۽ ڪيڏانهن ويندا نه اُنهن جي چنتا وري
ڪهڙي ڪرڻ گهرجي؟ تنهن ڪري **هي ارجن! چنتا
ڪرڻ چڱي نه آهي**. وري سڀ ٻڌ. جيڪو هن
آتما کي ڏسڻ گهري سو ئي اَچرج ڪري ڏسي ۽ جيڪي
چوي سو به اَچرج ڪري چوي ۽ جيڪو ٻڌي سو به
اَچرج ڪري ٻڌي. اِهو اَچرج ڇا آهي؟ جيڪو ڪم
ابهاس ڪري نٿو سگهي ته ڇا آهي؟ جنهن کي ديهه ۾

رهندي ۽ من نہ ڄاڻي تہ ڇا آهي تنهن جي چنتا وري
گهڙي ڪرڻ گهرجي، هڪ ڳالهہ جي پڪ ڪري ڄاڻ
تہ آتما اَبناسي آهي انهيءَ ڪري هي اُرجن! تون
ڪنهن جي چنتا نہ ڪر.

**تون ڪتري آهين ۽ يڌ ڪرڻ تنهنجو ڌرم آهي.** تنهن ڪري تون پنهنجي ڪتريءَ ڌرم کان نہ ڦر
۽ اهو سمو ڪترين لاءِ ڏاڍو ڪٺن آهي. پنهنجيءَ اِڇا
سان هي يوڌا اُچي گڏ ٿيا آهن ۽ سرڳ جا دروازا بہ
انهن لاءِ کليا پيا آهن. هي اُرجن! **جيڪو ڪتري يڌ ڪندي مري ٿو سو سڌو سرڳ ۾ ٿو وڃي.**

سو جيڪڏهن تون يڌ نہ ڪندين تہ تنهنجو سڀ ڌرم
ناس ٿي ويندو ۽ جس بہ هليو ويندو. سو تون پنهنجو
ڌرم ۽ جس ڇڏي پاپ ۾ نہ پئو. جيڪي تنهنجو جس
ڳائيندا آهن سيئي تنهنجو اُپجس ڳائيندا ۽ چوندا تہ
اُرجن ۾ ڪجهہ بہ نہ آهي. (ان ۾ ڪجهہ بہ ٻل نہ آهي)
جو يڌ مان هليو ويو. **"سو هي ارجن! انهيءَ نندا کان مرڻ ڀلو آهي."** جڏهن تون ٻين جي
نندا ٻڌندين تڏهن توکي ڏاڍو دک ٿيندو. جيڪڏهن
تون يڌ جي وچ ۾ پنهنجو سرير تياڳ ڪندين تہ هڪدم
تون وڃي سرڳ کي پراپت ڪندين ۽ جي يڌ کٽندين
تہ ڌرتيءَ جي راڄ جو سک ڀوڳيندين. تنهن ڪري **"هي ارجن! تون اُٿي يڌ ڪر."** سک ۽ دک، لاڀ ۽

هاڃي، جست ۽ هار ڪيءَ کي جهڙو سمجهي اُتي ٿه ڪنديس
ٿ توکي ڪجهه پاپ ن لڳندو. هي ارجن! مون توکي
سانکيہ شاستر جو متو ٻڌايو آهي. هاڻي جوڳہ شاستر
جو متو ٻڌ. سو جوڳہ ڪهڙو آهي جنهن جي ٻڌڻ
يا سمجهڻ ڪري جيڪو جنم مرڻ جي ٻندن کان ڇٽي
مڪتيءَ کي پراپت ڪري ٿو. هي ارجن! مان ٻنهنجن
ڀڳتن سان ڪهڙو آهيان جنڪي منهنجا ڀڳت منهنجي
شيوا پوجا پريم سان ڪن ٿا ۽ انهيءَ پريم ۾ ڪي اڳي
پوجا ڪن ٿا ڪي پوءِ پوجا ڪن ٿا. سو انهن ڀڳتن
تي پاپ ڪونهي. مان انهن جي ڪيئن ڏ ڪري ٻڌان
ٿو. جي منهنجا ڀڳت منهنجي پريم ۾ مگن ٿي ويا آهن
تن کي ڪابہ سرب ڪاڻ آهي. انهيءَ جي ساک جيئن
رام اوتار ۾ پلٽي جندالڻ جا جوڙا ٻيو پريم سان پوجڻ
ڪيا هيم. هي ارجن! منهنجي ڀڳتي ڏ سڻ ۾ ٿوري
آهي پر اُڳيان انهيءَ جو ڦل تمام گهڻو آهي. اهو ڦل
ڪهڙو آهي؟ جنم مرڻ کان ڇٽي منهنجي ابناسي پد
کي وڃي پراپت ڪندو آهي. هاڻي جهڙيءَ ريت مون
سان ڀڳتن جي پريت آهي سو ٻڌ. هي ارجن! منهنجن
ڀڳتن جي فقط منهنجن چرڻ ڪملن جي شموا سان پريت
آهي. مون کان سواءِ ٻئي ڪنهن ۾ ديوتا کي ٿا پوڄن
۽ منهنجي ناليءَ ڪانسواءِ ٻيو مک مان ڪجھ ڏ ٿا چون
۽ ٿا ٻڌن. فقط منهنجي چرڻن سان ٿي هنن جي پريت
آهي. جن جي پريت مون سان ڪانهي انهن جي ڳالهه

ٻڌ. اُنهن جي ٻڌ سدائين پيٺي ڀٽڪي جنهن ۾ خيال
ڪن تنهن ۾ برابر نه لڳين. اهي ماڻهو کهڙا آهن جن
جو نشچو مون سان ڪونهي سي ماڻهو، ديوتائن کي
پوڄين ٿا ۽ اُپديش ڪن ٿا. اهڙا اَنڌا مورکه پاڻ کي
پنڊت سڏائين ٿا. هي اَرجن! ويد جي واد ۾ پاڻ ۾
موهيا پيا آهن ۽ لوڪن کي به پيا موهين. جن جي
اِندرين جي ڀوڳن ۾ ڪامنا آهي، انهن ڀوڳن کي سرڳ
جوني ٻرم پد ڪري ٿا سمجهن، سو اهي سرڳ ۾ وڃي
وري ڪري اچي هيٺ پون ٿا. سو اهي گهٽين ٻڌين
وارا جن جو هڪ نشچو نه آهي سي ئي سرڳ مان ڪري
هيٺ پون ٿا ۽ هر هر سنسار ۾ جمن مرن پيا ۽ ڪرم
۾ اِهيٺي پيا ڪن جن جي ڪرڻ ڪري تمام ڪشت
پيدا ٿئي ٿو ۽ انهن ڪرمن ڪري ٿورو وقت وڃي
سرڳ کي پراپت ڪن ٿا ۽ وري جلد ئي ڪري پون
ٿا. اهڙيءَ ٻڌيءَ وارا ٿورا آهن جنجي اِڇا اِندرين
جي ڀوڳن ۾ لڳل آهي ۽ سنسار ۾ پنهنجي وڏائي پيا
ڪن انهن ڳالهين ڪري جن جي ٻڌي اَنڌي ٿي پيٺي
آهي تنجي ٻڌيءَ جو ڀاو مون ۾ نٿو لڳي ۽ مون ۾
ڀاؤ رکڻ کان سواءِ انهن جو ڪلياڻ ڪڏهن به نه ٿيندو.
هاڻي اَرجن؛ **ويد جو وستار ٻڌ.** هي اَرجن! ويد
جي ٻڌي ۾ ٽن گڻن منجهه آهي. تون انهن ٽن گڻن
کان نيارو ٿيءُ. ڪيئن رهه؟ جتي نه گرمي آهي، نه
سردي آهي، نه جنم آهي، نه مرڻ آهي. اهڙي جا

ڀڳوان جا اِهي اَمرت روپي وچن ٻڌي اَرجن پڇڻ لڳو
تہ **هي ڪيشو! سماڌيءَ ۾ جڙيل سٿت پرگيہ
اِستر ٻڌيءَ وارو يا آدرشي ماڻهوءَ جا ڪهڙا
لڇڻ آهن؟ ان جو وهنوار ڪهڙي نموني ٿئي
ٿو، اهو ڪيئن ڳالهائي ٿو، ڪيئن وهي ٿو ۽
ڪيئن هلي ٿو؟** اينترو ٻڌي شري ڪرشن ڀڳوان
خوشيءَ مان چوڻ لڳو تہ هي اَرجن! (١) جنهن جي
ڪامنا ڪنهن بہ ڳالهہ تي نٿي اٽڪي تنهن کي نهچل ٻڌيءَ
وارو جاڻ. (٢) اهو ڪهڙو آهي؟ جو اُنجي ڏيهہ کي
ڪو ڏک ڪٽي ٿي! تڏهن بہ اُنجي چنتا نٿو ڪري ۽
سکہ جي لاءِ بہ ڪا اِڇا نٿو ڪري ۽ ڪنهن سان بہ
موهہ نٿو رکي، پريم کان رهت آهي ۽ ڪنهن تي بہ ڪاوڙ
نٿو ڪري اَهڙو جو پرش آهي تنهن کي نهچل ٻڌيءَ
وارو جاڻ. (٣) جنهن جي ڪنهن سان بہ متر تا ڪانهي
چڱي شيءِ سان هرک ۽ مديءَ سان شوڪ نٿو ڪري
اُنجي ٻڌي نهچل جاڻ. (٤) جئن ڪڇون پنهنجا هٿ،
پير ۽ منهن سڀ ڪٽي گڏي مغز ۾ رکي ويهندو آهي،
تهڙيءَ طرح جن پنهنجون سڀ اندريون جيتيون آهن
تنکي تون نهچل ٻڌيءَ وارو جاڻ. ماڻهو جڏهن ڀوڳن
کان نورت ٿئي ٿو تڏهن انهيءَ کان ڀوڳہ جا سڀ وشيہ
دور ٿيندي بہ ڀوڳن جي اِڇا جيئن جو تيئن ٻٽي رهي
ٿي. اِها ڀوڳہ اِڇا پرماتما جي ديدار هئڻ کانپوءِ هٽي

ٿي. هي اَرجن! لوڙڻ گياني لوڪ اِندرين کي وس
ڪرڻ لاءِ ڏاڍا جتن ڪن ٿا تڏهن بہ اِندريون ڏاڍيون
ٻلوان آهن ۽ من کي نهچل ڪرڻ نٿيون ڏين. هي اَرجن!
انهن سڀني **اِندرين کي تون پنهنجي وس ڪر.
ڪوڙيءَ ريت وس ڪر سو ٻڌ.** هي اَرجن! من
جو ڀڪو خيال مون پر رکہ من جي ڪري ٿي سڀ
اِندريون سوجيت آهن اِن ڪري من ڀڪيءَ ريت مون
پر رکہ تہ سڀ اِندريون پاڻيهي وس ٿينديون. جنهن
جي وَس پر اِندريون آهن تن جي ٻڌي لون نهچل ڄاڻ.
جي مهنجي نالي ۽ ڏيان ڪانسواءِ جتونا ڪن ٿا تن جو
ڪارج بگڙي ٿو. جو ماڻهو وشين جي ڳالهہ ڪري
تنهن سان سنگ ڪري يا وشين جو من پر ڌيان ڪري
تہ اِنهيءَ مان من پر ڪام ڪان وني ڪامنا اُٻڻ ٿيندي
آهي. ڪام مان ڪروڌ، ڪروڌ مان لوڀ، لوڀ مان
موہ، موہ مان حستن جو ناس ٿئي ٿو. جڏهن چيتن
جو ناس ٿئي ٿو تڏهن ٻڌي بہ ناس ٿئي ٿي. ٻوءِ جيتن
ٻيا پسون ۽ ڍور آهن لٻن هي بہ پسونءَ جي حوڻ
وانگر آهي. اِنهيءَ ڪري **جي مهنجا ڀڳت آهن
سي سنساري ماڻهن جو سنگہ نہ ڪندا آهن ۽
نہ مونکان سواءِ ڪا ٻي ڳالهہ ڪندا آهن.**
مهنجن ڀڳتن کي مهنجي اِها آگيا آهي تہ مهنجي
[illegible] ڪار ڪامنا نہ رکو ۽ جن جي من جو

ڪو نسچو من ۾ آهي تن تي مان ڪرپا ڪريان ٿو. ڪهڙي ڪرپا ڪريان ٿو؟ سنسار ۾ جيڪي دک آهن تن کان اُنهن کي ڇڏايان ٿو. **هاڻي جن جي ناستڪ بدّي آهي تن جي ڳالهه ٻڌ.** هي ارجن! ناستڪ بدّي ڇاکي چوندا آهن؟ **پرمسور ڪٿي آهي ۽ ڪنهن ڏٺو آهي؟ جن جو اهڙو خيال آهي تن جي شردا من ۾ نٿي لڳي.** من ۾ ڏيان رکڻ ڪانسواءِ وري اُنهن کي ڪو به سک پراپت نٿو ٿئي. اهڙا جي اگياني جيو آهن، سي سدائين دکي آهن. جيڪي اندرين جي ڀوڳن ۾ قائل آهن تن کي ڪو به سک پراپت نٿو ٿئي. جهڙيءَ طرح ٻيڙي نديءَ جي پار ويندي آهي ۽ جڏهن وچ تي وڃي پهچندي آهي تڏهن طوفان اچي لڳي ته ٻيڙيءَ جو ڪناري تي اچڻ ڏاڍو ڪٺن ٿي پوندو ۽ طوفان جي لڳڻ ڪري ٻيڙيءَ جا تختا ٽڪري ويندا آهن پوءِ جيڪي اُنهيءَ ٻيڙيءَ ۾ ماڻهو هوندا آهن سي ڏاڍا دکي ٿيندا آهن. ڪي ڪيڏانهن ته ڪي ڪيڏانهن درياه جي ڇولين ۾ هليا ويندا آهن اهڙي طرح بدّيءَ کي اندرين ڏي وڃڻ ڪري ڏکا ٿا ملن.

تنهنڪري هي ارجن! **تون پهريائين اندرين کي وس ڪر.** جن اندرين کي وس ڪيو آهي تن جي بدّي نهچل چاڻ. هي ارجن ٻيو ٻڌ. سڀ پراڻي

جنھن کي رات سمجھي رھيا آھن، ستبدڙ پُرش اُن ۾ جاڳيو پيو آھي؛ جنھن ۾ سڀ جيو جاڳي پيا، اھا ويکي (ڏسندڙ) پُرش لاءِ رات آھي. جئن سمنڊ چوطرف ڀرپور ھوندي منجھس نديون پوڻ ڪري ۽ گنڀير ٿي رھي ٿو ۽ پنھنجي مريادا کي نٿو ڇڏي، اھڙيءَ ريت جيڪو ماڻھو وشيه ڀوڳ ڀوڳيندي به پنھنجي ڌرم مريادا جو تياڳ نٿو ڪري ان کي شانتي پراپت ٿئي ٿي.

جيڪو ماڻھو پنھنجي من ۾ رھڻ وارين سوارٿ جي ڪامنائن کي ڇڏي ٿو، اڇا رھت ٿئي ٿو "مان ۽ منھنجو" انھيءَ اھنڪار ۽ ممتا جي ڄار ۾ نٿو ڦاسي، گھمنڊ ڇڏي ٿو سنسارين جي موھ کي دُور ڪري ٿو ۽ انھيءَ اسنگ وريءَ سان جڳت جا سڀ وھنوار ڪري ٿو، ان کي ئي شانتي ملي ٿي.

ھي ارجن! برھم پراپت ٿيل برھم روپ نشٺل ماڻھو جي اھا چال چلت آھي. ھڪ دفعو اھا استتي پراپت ٿي ته پوءِ اُن کي ڪڏھن به موھ نٿو ٿئي. "جيڪڏھن ڪنھن کي اھا استتي مرڻ جي وقت به پراپت ٿي وڃي ته اُن کي برھم نرواڻ اُرٿات موڪش ملي ٿو."

## تات پرج

پيارا بالڪو! سيني آڌيائن ۾ ارڙھون آڌياءِ مکيه لکيو ويندو آھي مگر داس جي ھڏيءَ انوسار سچيءَ جيو گيان ھن ٻئين آڌياءِ ۾ سمايل آھي، شري

ڪرشن ڀڳوان ارجن کي اسٿت پرگيہ يعني آدرشي انسان جا لڇڻ ٻڌائي ٿو:-

جيڪو ماڻهو پنهنجي من ۾ پيدا ٿيل سڀني شيءِ اَشڀ ڪامنائن کي ڇڏي ٿو ۽ نج آتم آنند ۾ مگن رهي ٿو، جو دکن اچڻ ڪري اُداس نٿو ٿئي ۽ سکن ڦاسي نٿو، جيڪو ڪنهن ۾ به پريت نٿو رکي، ڪنهن کان به ڊڄي نٿو ۽ ڪنهن تي به ڪروڌ نٿو ڪري، جيڪو اَسنگہ ورتيءَ سان رهي ٿو ۽ شڀ جي واکاڻ ۽ اَشڀ جي نندا نٿو ڪري جيڪو پنهنجي سيني اندرين (نڪ، جڀ، اکيون، ڪن، ڪل، واڻي ۽ من) کي انهن جي ڀوڳن کي هٽائي ٿو، اُن جي ٻڌي استر ٿيل آهي.

جنهن من وس نا ڪنهن نا ٻڌي،
ٻڌ بن ڀاونا ناهي،
ڀاونا بن شانتي نہ ڪا،
شانتي بنا سک ڪاهي.

اِت شري ڀڳوت گيتا شري ڪرشن ارجن
سنواد سانکيہ يوگہ جو ٻيون
اڌياءِ پورو ٿيو.

# * ڀٽين اڌ ياءَ جو مهاتم *

شري نارائڻ چوڻ لڳو تہ هي لڇمي! ڏکڻ ديس ۾ هڪڙو پورن نالي نگر آهي. اُتي هڪڙو ديو سرما رهندو هو جو ساڌ سنگت جي شيوا ڪندو هو. هڪ ڏينهن ساڌن کي چوڻ لڳو تہ هي سوامي! مون کي پرميشور جي ڀڳتيءَ جو اُپديش ڏيو جنهن ڪري جنم مرڻ جي دکن کان ڇٽي پوان. تڏهن هڪڙي بال برهمچاريءَ چيو تہ مان توکي گيتا جي ٽئين اُڌ ياءَ جو پاٺ ٿو ٻڌايان جنهن جي ٻڌڻ سان لنهنجي مُڪتي ٿيندي. مان توکي پراڻي ڪٿا ٻڌايان ٿو، سا تون ٻڌ هڪڙو ماڻهو روز بن ۾ ٻڪرين چارڻ ويندو هو؛ هڪڙيءَ جاءِ ۾ پوڄن ڪندو هو. هڪڙي ڏينهن جڏهن سانجهيءَ جو ٻڪرين چارڻ گهر ٿي موٽيو تڏهن اُنهن ٻڪرين مان هڪ ٻڪري جا سڀ کان اڳي هئي تنهن کي هڪ شينهن ڏٺو. ٻڪريءَ کي ڏسندي ئي شينهن ڪڪوڙ ڪري اُٿي پيو. تڏهن ٻڪرار اهو حال ڏسي اُچرج ۾ پئجي ويو. اوچتو مان نہ اُتي اچي ويس. تڏهن ٻڪرار مون کي ڏسي سارو حال ٻڌايو.

تڏهن بال برهمچاري چوڻ لڳو تہ هي ٻڪرار! مان توکي پراڻي ڪٿا ٻڌايان ٿو. سا تون ڪن لائي ٻڌ. هيءَ ٻڪري اڳئين جنم ۾ ڏائڻ هئي. وڏيءَ ذات . جڏهن هن جو مڙس مري ويو تڏهن هوءَ

هيڪاري وڏي ڏاڍ تي پيئي. ڪنهن ٻه سهڻي ٻار کي ڏسندي هئي ته اُن کي ڪاڻي ويندي هئي ۽ هيءُ شينهن اڳئين جنم ۾ ماري هو. هڪ ڏينهن ماري جهنگ ۾ ويو ۽ هيءَ ڏاڍ به جهنگ ۾ ويئي ۽ اُن ماريءَ کي کائي ڇڏيائين. اهو ماري هتي اچي شينهن ٿيو ۽ ڏاڍ اچي ٻڪري ٿي! شينهن کي اڳئين جنم جي خبر هئي انهيءَ ڪري شينهن ٻڪريءَ کي ڏسي وٺي ڀڳو، ڇو ته هن سمجهو ته شايد هاڻي به مونکي کائڻ آئي آهي.

تڏهن ٻڪرار چيو ته هي سوامي! ڪو اُپاءُ به آهي جنهن ڪري اسين ٽيئي هن نيچ جنم کان ڇٽون؟

تڏهن بال برهمچاريءَ چيو ته مان تنهي جو اُپاءُ ڪريان ٿو. هڪ جبل جي چر ۾ هڪ پٿر ڏٺم انجي مٿان شري گيتا جو ڇهون اَڌياءُ لکيو پيو هو. هاڻي مان توهانکي گيتا جو ڇهون اَڌياءُ ٻڌايان ٿو. بال برهمچاريءَ اَجا گيتا جي ڇهين اَڌياءَ جا اکر ٻڌائي بس ڪيا تہ آڪاش مان وِوان آيا ۽ ٽيني کي چاڙهي وٺي ويا. نيچ ديهي ڇڏي ديوتائن جي ديهي پاتائون ۽ ديو سرما به اهو ٻڌي وڪنٺ ۾ ويو.

سري نارائڻ چوي ٿو ته هي لڇمي! جيڪو ماڻهو گيتا جو پاٺ ڪري ٿو يا ٻڌي ٿو سو مڪتيءَ کي پائي ٿو.

**اِت شري ڀڳوت گيتا جي ڇهين اڌياءَ جو مهاتم پورو ٿيو.**

آهي تنهن جي وس ڪجهه به نه آهي. هيءَ مايا جي وس آهي. هي اَرجن! جي جوڳي ۽ ويراڳي آهن تنجي ڳالهه ٻڌ جن ٻاهريون اِندريون روڪيون آهن ۽ پدم آسڻ لائي ويٺا آهن پر من ۾ ڀوڳن جي ڪامنا رکي ويٺا آهن. اَرٿات ؛ ائين پيا چون ته ڪجهه هجي تہ ڪانجي، سو اَهڙا جي جوڳي آهن سي پاکنڊي آهن. پر جيڪي اُتم آهن تنجي ڳالهه ٻڌ. اِهي ڪهڙا آهن؟ جن جون ٻاهريون اَندريون سڀ ڪرم پيون ڪن پر من جي ورتي موڻ ۾ اَٿن، اهي اُتم آهن. اِنهيءَ سبب ڪري هي اَرجن! **تون ڪٿري آهين. يـڌ ڪرڻ تنهنجو ڌرم آهي.** تون يد ڪر ۽ اندر جي ورتي موڻ ۾ رک. هي اَرجن! ڪرم جي نه ڪرڻ کان ڪرم جو ڪرڻ سريشٽ آهي. جيڪڏهن ڪرم نه ڪندين تہ تنهنجي شرير جي پالنا به ڪانہ ٿي سگهندي.

هي اَرجن! جوڳ روپ جو مان ڀڳوان آهيان سو جي منهنجي لاءِ ڪرم ڪن ٿا سي ڪنهن به بندن ۾ نٿا ڦاسن. تنهن ڪري هي اَرجن! تون منهنجو چيو مڃي **ڪرم ڪر ۽ ڦل جي اِڇا نہ رک** ۽ جي لوڪ ڀڳوان جي جوڳ رستي پوڄا ڪن ٿا تن جو ورنن ٻڌ. جڏهن برهما سنسار کي پيدا ڪيو تڏهن جڳت کي به پيدا ڪيائين ۽ جڳت جي سامگري به پيدا ڪيائين. برهما لوڪن کي آگيا ڪئي تہ جڳت جي سامگريءَ سان جڳت جي ڀڳوان جي اُستتي ڪريو ۽ انجي نمت

ڀڳيہ نہ ڪريو ۽ سڀ ديوتائون ھي ڀڳوان جا انگ آھن لن ڪي نہ پوڄيو ۽ جڪا آس ڪندڙ اھا آس لوھان جي ديوتائون پوري ڪندا لنهن ڪري ماڻھو ديوتائن ڪي پوڄڻ لڳا. ھي اَرجن! ديوتائون ڦل ڏيڻ لاءِ سمرٿ آھن. ماڻھن جو ڪلياڻ ديوتائن مان آھي ۽ ديوتائن جو ڪلياڻ ماڻھن مان آھي. جيڪو مڻش ديوتائن جي پوڄا لڳائڻ ڪانسواءِ پاڻ ڀوڄن ڪائي ٿو سو ديوتائن جو چور آھي ۽ جيڪو مڻش مونکي پوڄا لڳائي ۽ منھنجو پرشاد ڪري ڀوڄن ڪائي ٿو سو سڀني اُپاڌين کان ٻري آھي ۽ جيڪو مونکي پوڄا لڳائي پرشاد ڪري منھنجو ڀوڄن نٿو ڪائي سو سڀني پاپن کي ڀوڳي ٿو. ھي اَرجن! پرميشور جي پوڄا ڪري جو لاڀ ھن سنسار ۾ ٿئي ٿو سو ٻڌ. جيڪي ديھ ڌاري پوءِ پراڻي آھن تن سڀني جو گذران اَن تي آھي. پھرياڻس ھي مڻش اَن ڪائي ٿو اَن مان سرح پيدا ٿئي ٿو ۽ اندريون جي اَن ڪائين ٿيون تنهن مان رت پيدا ٿئي ٿو. رت ۽ بيرج جي ميلاپ ڪري ديھ پيدا ٿئي ٿي ۽ اَن جي اُپت برسات مان ٿئي ٿي. برسات يڳيہ ڪرڻ ڪري ٿئي ٿي. يڳيہ ڪرم ڪرڻ سان ٿئي ٿو. يڳيہ ڪرڻ جي وڌي ويدن مان معلوم ٿئي ٿي ۽ ويد پار برھم پرميشور وشنوءَ مان پيدا ٿيل آھن. انھيءَ ڪري سڀ ۾ وياپڪ تنھن سدائين يڳيہ ۾ وينل ڄاڻ. جنهن جي شيوا ڪرڻ جو ڪلياڻ ٿئي ٿو. سو اھڙي آنند روپ

پار برم کي جي ٿتا ڀو ڳين ۽ پنهنجي اندرين جي سک لاءِ ڀوڳن کن ٿا تن جو جيئڻ اجايو آهي. جن جي پريت آتما سان آهي اها پريت ڪلياڻ ڪاري آهي ۽ اهي آتما مان لاڀ پراپت ڪري آنند ۾ ويٺا آهن، تن کي ڪنهن به شيءِ ۽ آشيءِ ڪرم ڪرڻ جو ڦل نٿو ملي. جي ڪرم نه ڪندا ته انهن تي پاپ ڪونهي ۽ جي ڪندا ته انهن کي پڃ ڪونهي. جي آتما جا شيواداري آهن تن کي سنساري ماڻهن مان ڪو لاڀ ڪونهي. هي ارجن! پيا ڪرم ٻڌ. سنان ڪرڻ کان ولي شيءِ ڪرم جي آهن تن کي ڇڏڻ نه گهرجي. جيڪي شيءِ ڪرم ڪن ٿا ڦل نٿا گهرن سي پار برهم کي وڃي پراپت ڪن ٿا. هي ارجن! ڪرم ڪرڻ ڪري راجا جنڪ ۽ پيا جنم مرڻ جي ٻنڌن کان ڇٽي ويا. **اُنهيءَ ڪري موڪيم لاءِ شيءِ ڪرم ڪرڻ گهرجن.** جيڪي ڪرم گيانوان ڪن ٿا تن کي ڏسي پيا لوڪ به ڪن ٿا. گيانوان کي گهرجي ته پاڻ شيءِ ڪرم ڪرڻ نه ڇڏين ڇو ته پيا لوڪ به هنن کي چڱا ڪرم ڪندو ڏسي پاڻ به ڪندا. جيڪڏهن گيانوان شيءِ ڪرم ڪرڻ ڇڏي ڏيندا ته پيا لوڪ به ڇڏي ڏيندا. پوءِ جيئن ٻين پکين ۽ پسن جون جو نيون آهن تيئن منشن جو جنم به انهن وانگر ٿي پوندو. تنهن ڪري گيانوان کي گهرجي ته شيءِ ڪرم ڪندا رهن. هي ارجن! مونکي ڏس! مان جو ٽنهي لوڪن جو سوامي آهيان. مونکي ڪنهن به

ڪرم ڪرڻ جو ضرور نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ مان لوڪن جي ڀلائيءَ لاءِ سنان، سنڌيا گايتري آدِ ڪرم ڪريان ٿو، گئو برهمڻ ۽ ماتا پتا جي سيوا ڪريان ٿو. ڪيول لوڪن جي ست ڪرم سکڻ لاءِ ئي ڪريان ٿو. جيڪڏهن مان آلس ڪري ست ڪرم ڪرڻ ڇڏي ويهي رهندس تہ مونکي ڏسي سڀ لوڪ بہ ست ڪرم ڪرڻ ڇڏي ويهي رهندا. جا ريت مان هلان ٿو سا ريت سڀ لوڪ بہ جيڪڏهن هلندا تہ مڪتيءَ کي پراپت ٿيندا. هي ارجن! جيڪڏهن توهين چوين ٿو تہ ٻين لوڪن لاءِ ڪرمن ڪرڻ جو جنجال ڇو ٿو رکين ۽ ٻين لوڪن سان تنهنجو ڪهڙو مطلب آهي تہ انهيءَ لاءِ ٻڌ. هي ارجن! هي لوڪ نارائڻ جو روپ آهن، جڏهن انهن جا شبھ ڪرم ڪرڻ ناس ٿي ويندا، تڏهن ماڻهو بہ پسن وانگر چنتا ۽ منش منهنجي پرجا آهي ۽ پرجا جي ناس ٿيڻ ڪري پنهنجو ئي ناس ٿيڻ آهي، تنهن ڪري پرجا جي سک لاءِ ست ڪرم ڪريان ٿو. انهيءَ ڪري جيڪي گياني آهن تن کي گهرجي تہ لوڪن جي ڪلياڻ لاءِ ست ڪرم ڪن. سنساري لوڪن کي اٿس بہ تہ جيڪي نہ ست ڪرم ڪرڻ ۾ ڪوئي لاڀ ڪونهي ۽ ست ڪرمن جي ڳالهہ بہ نہ ڪن ڇو تہ لوڪ انهيءَ ڪري مڪتيءَ کي پراپت نہ ٿيندا. جيڪڏهن ست ڪرم ڪرڻ ڇڏي ڏيندا تہ ست ڪرم ناس ٿي ويندا. هي

تا سي اندرين من مايا ۽ سياءَ مان پيدا ٿين ٿا. اهنڪار جي ڪري ماڻهو چون ٿا ته هي ڪم آسان ڪيو. هيءَ ديهه ۽ اندريون، جهڙا انهن جا سڀاءَ آهن تهڙا انهن کان ڪم ٿيندا آهن ۽ آتما انهن جي ساکي آهي ۽ ڪجهه ڪري نٿو، ايترو ڄاڻي هي ارجن! تون سڀ کان نيارو رهه. پرڀوءَ کي ياد ڪر پوءِ ڪو به دک سک تنهنجي ويجهو نه ايندو. هيءَ جا آتما آهي سا سرو وياپڪ آهي. **پرڀوءَ جي چرنن ۾ ڌيان رکو ۽ ڪابه آس نه رکو.** "جو هيءُ گيان نٿو مڃي تنهن کي تون نيچ بڌيءَ وارو ڪري ڄاڻ." هي ارجن! **تون پنهنجا سڀ ڪرم مون ۾ ارپڻ ڪر.** جيترا ديهه ڌاري آتمائون آهن تن جو ايشور مان آهيان. انهيءَ ڪري مهنجو نالو آڌياتم آهي. آڌياتم چئجي سڀني آتمائن جو ايشور. اهڙو ايشور جو مان آهيان، تنهن ۾ تون وشواس رک ۽ ڪنهن به ڦل جي آشا نه رک ۽ نڪا چنتا ڪر. **هي ارجن! هاڻي اٿي يڌ ڪر.** هي جيڪو رستو مون توکي ٻڌايو آهي سو تون انهيءَ رستي کي چڱيءَ طرح ويچار ۽ جيڪي انهيءَ رستي کي نٿا مڃين ۽ اُلٽندو نندا ڪن تا سي ڪهڙا آهن؟ اهي اگياني موڙهه مت ۽ مها مورک آهن. **سڀ ڀوت پراڻي سڀاوَ جي وس آهن، سڀاوَ ڪنهن جي وس نه آهي. اها ڳالهه ڄاڻي ڪنهنکي**

۽ چڱو يا مندو نہ ڄاڻجي. ڪو چڱو ڪري ڪو
مندو ڪري سڀ سان هڪ جهڙو ٿي رهجي
۽ سنسار جو تماشو ڏسجي. انهيءَ ڪري سدائين
شانت ۾ رهجي. هي ارجن! ٻيو ٻڌ. پنهنجي
ڌرم ۾ ڀلي اڻ پورو ٿي هلڻ، پرائي ڌرم ۾
پوري هلڻ کان چڱو آهي. پنهنجي ڌرم ۾
مرڻ بہ ڀلو آهي پر پرائو ڌرم نرڪ ڏيڻ وارو
آهي. شري ڪرشن ڀڳوان جا اهي وچن ٻڌي ارجن
چوڻ لڳو تہ ناٿ! انهيءَ ڳالهہ کي سڀ ڄاڻن ٿا تہ
پاپ ڪرڻ مان ڏک ٿئي ٿو. هي پڀو! هن جيو
ان پاپ ڪير ٿو ڪرائي؟ اها ڳالهہ دیا پالي
مونکي ٻڌايو. تڏهين شري ڪرشن ڀڳوان چوڻ لڳو
تہ هي ارجن! ڪام ڪروڌ اهي ٻئي رجو گڻ مان
پيدا ٿين ٿا. انهن جو کاڌو بہ گهڻو آهي، انهن کي
ڪڏهن بہ ڍءُ نہ ٿو ٿئي ۽ هي پاپ روپ آهن ۽ اهي
ٻئي ماڻهوءَ جا دشمن آهن. اهي ٻئي ماڻهوءَ کان
اب ڪرائين ٿا. ارجن چوي ٿو تہ هي پڀو! دیا
پالي اچا بہ کولي ٻڌايو تہ انهن جو جنم ڪهڙي ريت
ٿو ٿئي؟ ۽ انهن جي آتما ڪير آهي؟ ۽ انهن جو آڌار
ڇا آهي؟ تڏهن شري ڪرشن ڀڳوان چوڻ لڳو تہ هي
ارجن! ٻڌ، اندريون ۽ من اهي انهن جي رهڻ جون
جايون آهن. سوکيم روپ وٺي هن ديهہ ۾ رهن ٿا اهو

انهن جو استان ڇيم. هاڻي سندن اُتپت بڌ ڇڱي ڪائڻ، خوشبوءِ وٺڻ ۽ ڇڱن ڪپڙن پهرڻ مان ڪام اُتپن ٿئي ٿو. هاڻي ڪروڌ بابت بڌ. اهنڪار يا ايمان ڪرڻ تہ منهنجي برابر ٻيو ڪونهي، انهيءَ مان ڪروڌ اُتپت ٿئي ٿو. جڏهن پنهنجي استريءَ سان سنجوڳہ ڪيائين ۽ ٻيرج ويو تڏهن مڙدي وانگر سمهي پوي ٿو. اهو پنهنجي استري سان سنجوڳہ ڪرڻ جو ڦل آهي. پوءِ جڏهن سنتان اُتپت ٿئي ٿو تڏهن موه ۾ ڦاسي ٿو ۽ جنم مرڻ جي بندن ۾ اچي ٿو ۽ جي پرائي استريءَ سان سنگہ ڪيائين تہ بدنامي ٿيندس ۽ راجا جي ڏنڊ هيٺ ايندو ۽ جا ملڪيت هوندس اها بہ کسي وٺندس ۽ پرلوڪ جا بہ دکہ سهڻا پوندس ۽ جم جا بہ موچڙا کائڻا پوندس. اهي ڪام جا لڇڻ آهن. هاڻي ڪروڌ جا لڇڻ ٻڌ. اهنڪار جي ڪري جو اُندو ٿيو آهي ۽ پئسي جي واسطي ڪنهن کي ماريائين يا ڪنهن کي ڏکہ ڏنائين تہ راجا پڪڙي سزا يا ڏنڊ ڏيندس ۽ ملڪيت بہ کسي وٺندس ۽ پرلوڪ ۾ بہ جم جا ڏکہ سهڻا پوندس. اهي ڪروڌ جا لڇڻ آهن. هي اَرجن! ڪام ڪروڌ اهي ٻئي هر هر لوڪن کي پيا پرمائين. اهي ٻئي پاپ روپ آهن. اهي سدائين ماڻهن کي پيا ٺڳين جيئن چور پنهنجو چوريءَ جو سامان ٺڳيندو رهندو آهي تہ گهر جي مالڪ کي ننڊ

اُجي. ته مان وڃي چوري ڪريان. جنھن ناھ ۾ ڏونھون ۽ آرسيءَ کي ليل لڳي ليٿ انھن سڀني گيان کي ڍڪي ڇڏيو آھي. ھي سدائين انسان جا دشمن آھن. اِندريون من ۽ بُڌي انھن ۾ ڪام جو واسو آھي انھيءَ ڪري ھي اَرجن! پھريائين تون اِندرين ۽ من کي وس ڪر. اھي پاپ روپ آھن. گيان ۽ وگيان انھن سڀني کي ناس ڪرڻ وارا آھن. جنھن ڪري اِندريون سرحبت آھن سو بُڌ. ھيءَ ديھہ جڙ آھي، انھيءَ ۾ چيتن سروپ اِندريون آھن، اِندرين کان مٿي من آھي، من ڪري اِندريون سرحبت آھن، من کان پري بُڌ آھي ۽ بُڌ کان پري آتما آھي. ان ريت ھي مھاباھو! بُڌيءَ کان سرپشت آتما کي ڄاڻ ۽ من کي اِستر ڪري ڏاڍن ڏاڪڙن سان جنھجي، انھيءَ طرح ھن **ڪام ۽ ڪروڌ روپي دشمن کي مار.**

## تات پرج

شري ڪرشن ڀڳوان چوي ٿو ته ھي اَرجن! تون ٿل جي اڃا ڇڏي پرمسور جي پراپتي لاءِ شڀ ڪرم ڪر. پھنجي ڌرم ۾ مرڻ ڀلو آھي، پر پراڻو ڌرم ترڪ ڏيڻ وارو آھي. ڪام ڪروڌ روپي سن دشمن کي وس ڪجي جو اھي درگتيءَ جو ڪارڻ آھن.

**اِت شري ڀڳوت گيتا شري ڪرشن ارجن سنباد سانکيہ يوگ جو ٽيون**

**اڌياءِ پورو ٿيو.**

## * ڏٺين اڌياءِ جو مهاتم *

شري نارائڻ چوي ٿو ته هي لڇمي! هڪڙو شودر بن ۾ رهندو هو. پاپ ڪري کٽي مايا ميڙيائين. پاپ جي مايا انهن ٿي هلي ويس. پوءِ هو ماڻهن کان ڀڃڻ لڳو ته ڪا اهڙي جاءِ ڏسيو جتي ڌن هجي ۽ مان وڃي ڪڍي اچان. تڏهن هڪڙي ڏينهن ته ٽوڪي ڌن هٿ لڳي. سو اهو شودر پوءِ چوري ڪرڻ لڳو. هڪڙي ڏينهن چوري ڪرڻ ويو ته رستي تي ٻين چورن ماري ڇڏيس. پوءِ اهو شودر ديهه ڇڏي وڃي ڀوت جي ديهه ۾ جنم ورتو ۽ هڪڙي وڏي وڻ ۾ واسو ڪيائين ۽ ڏاڍو دکي ٿيو. اهڙيءَ طرح گهڻا ڏينهن گذري ويس. سندس پٽ وڏو ٿيو ۽ هڪڙي ڏينهن ماءُ کان پڇيائين ته منهنجو پيءُ ڪهڙو ڪم ڪندو هو؟ ۽ سندس موت ڪيئن ٿيو؟ تڏهن ماڻس چيس ته تنهنجو پيءُ پاپ ڪري مايا آڻيندو هو. هڪڙي ڏينهن ڌن جي لالچ ڪري چوري ڪرڻ لاءِ ويو ته رستي ۾ ڪن چورن ماري وڌس. تڏهن ڇوڪري چيو ته هي ماتا! هنجو ڪريا ڪرم ضرور ڪرڻ گهرجي. هن هڪڙي پنڊت کي ٻڌايو ته منهنجو پتا هن وڏيءَ ڪري مري ويو آهي. توهان انهيءَ وڏيءَ جو ڪريا ڪرم ٻڌايو ته ڇا ڪرڻ گهرجي؟ تڏهن پنڊت چيو ته گيا تي وڃ ۽ اُتي وڃي ڪريا ڪرم ڪراءِ ته تنهنجا

سڀ پتر مکتيءَ کي پراپت ٿيندا. پوءِ ماءُ کان آگيا وٺي گيا ڏي وڃڻ لڳو. واٽ تي پرياگ راج جو درشن ڪري ۽ اشنان ڪري اڳتي روانو ٿيو، رستي تي هڪڙي وڻ جي هيٺان ويهي رهيو. اتي هن کي ڏاڍو ڀئو ٿيو ۽ هي اهوئي ساڳيو وڻ هو جتي سندس پيءُ ڀوت جي جوڻ ۾ هو. چوڪري گيتا جي ٽئين اڌياءَ جو پاٺ ڪرڻ روز ڪندو هو سو ڪرڻ لڳو. سندس پيءُ وڻ جي پاڙ ۾ ويهي گيتا جو ٽيون اڌياءُ ٻڌو. اچان چوڪري پڙهي پورو مس ڪيو ته سندس پيءُ جي ديهه جنهن ۾ ديوتا جي ديهه پائي وٺي ۽ چڙهي هن جي سامهون آيو ۽ اچي آشيرواد ڏنائينس ۽ چوڻ لڳس ته، هي پٽ! مان تنهنجو پيءُ آهيان جو مان ڀوت جي جوڻ ۾ هوس، پر اڄ تنهنجي گيتا جي پاٺ ٻڌڻ ڪري مونکي هيءَ ديهه ملي آهي. هاڻي سرڳ پريءَ ڏي ٿو وڃان. اتي ٻڌي چوڪرو چوڻ لڳو ته هي پتا! ڪجهه آگيا ڪريو ته مان توهانجي سيوا ڪريان. تڏهن پٽس جيو ته "هي پٽ! مون ڏٺو آهي ته اسانجا پتر نرڪ ۾ دکي آهن تنهن ڪري تون گيتا جو ٽيون اڌياءُ پڙهي تنهن جو ڦل انهن کي ڏي." اتي چئي هو سرڳ ڏي هليو ويو. پوءِ هن چوڪري اتي ئي گيتا جي ٽئين اڌياءَ جو پاٺ ڪري انجو ڦل پترن کي ڏنو. پوءِ سندس سڀ پتر سرڳ ڏي ويا. تڏهن جم جي دولن ڌرمراءِ وٽ وڃي پڪار ڪئي. اتي ٻڌي ڌرمراءِ نارائڻ ڀڳوان

وٽ ويو. نارائڻ ڀڳوان شيش ناگ جي سيڄا تي سمهيو پيو هو لڇميءُ ويٺي پير مهٽيس. اتي ڌرمراءِ ڊنڊوت ڪري وينتي ڪرڻ لڳو ته هي ٽنهي لوڪن جا سوامي! جن پرشن جنم ڪان ولي ڪو به پڄ نه ڪيو آهي تنکي توهانجا گڻ وان تي چاڙهي وئڪنٺ ڏي وني ويا آهن. هي پڀو! هاڻي آگيا ڏيو ته اهو ڏنڊ ڪنهن کي ڏيان. تڏهن شري نارائڻ ڏاڍو خوش ٿي چوڻ لڳو ته هي ڌرمراءِ! تون دکي نه ٿيءُ. مان توکي هڪ ڳالهه چوان ٿو سا تون ٻڌ. اهي پاپي جيوَ جيڪي هتا تنجو اڳيون پڄ اچي پرگهٽ ٿيو آهي انهيءَ ڌرم ڪري ئي اهي پاپي وئڪنٺ ۾ آيا آهن. هڪ ٻي آگيا توکي ڏيان ٿو ته جيڪي پرش گيتا جو پاٺ ڪن ٿا يا ٻڌن ٿا يا پاٺ جو ڦل ٻين کي ڏين ٿا انهن کي تون نرڪ ۾ نه وجهه اِهــا منهنجي توکي آگيا آهي. ايترو ٻڌي ڌرمراءِ پنهنجي پريءَ ڏي هليو ويو ۽ پنهنجن سيني دوتن کي سڏي چوڻ لڳو ته جيڪو پرش گيتا جو پاٺ ڪري يا ٻڌي يا پاٺ جو ڦل ڪنهن کي ڏئي ته انهيءَ جيو کي نرڪ ۾ نه آڻجو ڇو ته گيتا جو پاٺ ڪرڻ يا ٻڌڻ ڪري سيئي پاپي جيو جيڪي آهن سي مڪتيءَ کي پراپت ڪن ٿا. اهو نارائڻ ڀڳوان جو حڪم آهي.

**اِتِ شري ڀڳوت گيتا جي ٽئين اڌياءَ جو مهاتم پورو ٿيو.**

# اَڌيائُ چوٿون

## [ ڪرم يوڳ ]

شري ڪرشن ڀڳوان اَرجن کي چوڻ لڳو هي اَرجن!



مون جيڪو گيان تو کي ٻڌايو آهي سو پهريائين مون سورج کي ٻڌايو هو. سو هي يوڳ اَناسي آهي ۽ سورج پنهنجي پٽ منوءَ کي ٻڌايو هو ۽ منوءَ اِڪشواڪ کي ٻڌايو هو. هي يوڳ گيان اَصل کان هلندو ٿو اچي. انهيءَ کي راج رشي ڄاڻن ٿا ۽ انهيءَ کي سمجهي راج ڪن ٿا ۽ پرم پد کي پراپت ڪن ٿا. **جنهنکي نہ اُٺي جي خوشي نہ وڃي جو دک آهي سوئي يوڳي آهي.** سو هي اَرجن! انهيءَ يوڳ کي گهڻا جڳ گذري ويا آهن. تو کي اُهوئي پراچين يوڳ تو ٻڌايان، تو کي انهيءَ ڪري تو ٻڌايان تہ تون منهنجو ڀڳت آهين ۽ منهنجو پريتم آهين سو تون ڏيان ڏيئي ٻڌ. جو ٻڌارٿ **اچي تنهنجي خوشي نہ ڪجي ۽ جي وڃي تہ اُنهنجو دک نہ ڪجي هڪ جهڙو ٿي رهجي.**

ارجن، جيون نہ هي ڀريو! توهانجو جنم نہ هاڻي واسديو

جي گهر تيو آهي ۽ سورج اصل کان آهي سو توهان
سورج کي اهو گيان ڪڏهن ٻڌايو؟ سو ڪرپا ڪري
مونکي سمجهايو.

شري ڪرشن ڀڳوان خوشيءَ مان چوڻ لڳو ته هي
اَرجن! تنهنجي ۽ منهنجي گهڻائي ڀيرا سنگت ٿي آهي
مان تنهنجن ۽ پنهنجن سڀني جنمن کي ڄاڻان ٿو پر
تون نٿو ڄاڻين. مان ڪهڙو آهيان؟ **جنم مرڻ کان
ٻري آهيان، ابناسي آهيان ۽ سڀني جي آتما
آهيان، سڀني ڀوتن پراڻين جو ايشور آهيان.**
مان ڪهڙو آهيان جو پنهنجيءَ اڇا سان مايا جو پاڇو
وٺي جنم وٺان ٿو. سو پاڇو ڇا آهي؟ جئن ڪوئي راجا
پنهنجو ويس لاهي ٻيو پائي ۽ اُن کي ڪو به نه سڃاڻي
تئن ئي مان جنم وٺي سنسار ۾ اچان ٿو. هي اَرجن!
مان ديهه ڌاري نه آهيان، ديهه کان پري آهيان.
جي آتما سون جهڙي آهي. هي اَرجن! مان جنم ڪڏهن
وٺندو آهيان ۽ ڇاجي لاءِ وٺندو آهيان سو ٻڌ. **جڏهن
جڏهن ڌرم ناس ٿيندو آهي ۽ اڌرم ڌرم
کي دٻائي ڇڏيندو آهي، تڏهن مان ڌرم
اِستاپن ڪرڻ واسطي جنم وٺندو آهيان ۽
پاپين کي ناس ڪندو آهيان ۽ ڀڳتن جي
رکيا ڪندو آهيان.** منهنجا جنم ۽ ڪرم نسچل آهن.
سو نسچل ڇاکي چئجي؟ جئن ٻيا ديهه ڌاري ٻيرج ۽

رکمڻ مان پيدا ٿين ٿا تن منهنجو جنم نه آهي ۽ جنن
ٻيا ڪرمن جي بدلي ڪري جنم وٺن ٿا ارٿات جوڙا
جنهن جو ڪرم ڪيا هوندا اهڙو ئي جنم پائيندا. هي
ارجن! مان اهڙو نه آهيان. منهنجو هولي سروپ آهي.
منهنجا ڪرم به اهڙائي آهن. ڪهڙا آهن؟ ڪجها آهن.
جيڪي مان ڪريان ٿو سي ڪنهن ڪان ڪين ٿيندا.
جو ته نرسنگهه جو روپ ڌارڻ ڪري ٿنڀ مان
نڪتس ۽ هرناڪش جي ڇاتي جا رڪ ڪان به
سخت هئي سا مون ڳل وانگر ڦاڙي ڇڏي
۽ گوڪل جي ڀڳتن جي رکيا ڪرڻ لاءِ ست
ڏينهن گوورڌن پهاڙ کٻي هٿ جي چيچ تي
جهليم ۽ جيڪي مون ڪرم ڪيا آهن سي اهڙا
ڪيا اٿم جو ڪنهن جي به ڪرڻ جا نه آهن.
جيڪو پرش منهنجن ڪرمن ۽ جنم کي جاڻي ٿو سو
آيناسي پد پر وڃي لڳي ٿو ۽ جيڪي منهنجن چرنن جي
ڀڳتي ملي آهي تنهن ڳالهه بذ. اهي ڪيئي جنم ٿيراڳي
ٿيا آهن ۽ ڪيترائي جنم ويراڳ ورتو اٿن ۽ ڪيئي جنم
ڪنهن ڪروڌ ۽ من جو مان ڇڏي مون ۾ ٻڪو وشواس
رکيو اٿن ۽ ڪيترائي جنم انهيءَ ريت منهنجي ڀڳتي
ڪئي اٿن انهيءَ ڪري جو من شڌ ٿيو آهي
تڏهن منهنجي پريما ڀڳتي ملي ٿي ۽ وري جن کي
[illegible] آهي تنهنجي مان واڌ واڌ ۾ واسو ڪريان

ٿـو. هي ارجن! ٻيو ٻـڌ. جيڪو جنهن ريت منهنجو ڀڄن ڪري ٿو تنهنجو تنهن ريت مان به ڀڄن ڪريان ٿو. مان نه ٻنهنجن ڀڳتن سان اهڙو آهيان جهڙيءَ ريت منهنجا ڀڳت مون سان آهن جي ٿون ڪٿي چوين تـه سڀ تنهنجو ڀڄن ڇو نٿا ڪن ۽ ديوتائن ۽ دئيتن جون پوجائون ڇو ٿا ڪن سو ٻڌ.

هي ارجن! ديوتائن جي پوجا ڪري ماڻهو ڦل وٺن ٿا نه مونکي پٽ ۽ ڌن ٿئي سو اهي ديوتا انهن جي ڪامنا پوري ڪن ٿا ۽ اهي ديوتا پوجا ڪرڻ بر راضي ٿين ٿا تڏهن ديوتائن جي پوجا ڪن ٿا. پر مون ۾ انهن جي شرڌا لڳندي جن جون اکيون گيان جي نيٽي سان ڀنبل آهن ۽ جن کي هي سنسار جو ڪارخانو ڪوڙو ڏسڻ ۾ اچي ٿـو سي مونکي سڀ ڪنهن هنڌ ڏسن ٿا ۽ انهن جي شرڌا مون ۾ لڳي رهي ٿي. هي ارجن! هي جي چار ورڻ برهمڻ، ڪٿري، وئش ۽ شودر آهن، سي مون ئي پيدا ڪيا آهن ۽ انهن کي ڌار ڌار ڪرڻ وارا ڪرم مون ئي ڏنا آهن ۽ انهن چئني ورڻن جي ڪرمن ڪرڻ وارو ۽ نه ڪرڻ وارو ٿون مونکي ڄاڻ. مونکي ڪرم نٿا ٻڌن ۽ نه منهنجي ڪرم ڦل ۾ ئي ڪا واسنا آهي. ائين جو مونکي سمجهي ٿو تنهن کي ڪرم نٿا ٻڌن ائين سمجهي، اڳين موکش چاهيندڙن به ڪرم

ڪيا آهن، ان لاءِ تون بہ جنھن اڳي ڪيو آهي تنھن جڳرم ڪر. ڪرم ڇا آهي ۽ اَڪرم ڇا آهي؟ انھيءَ بر ڏاھا بہ منجھي پوندا آهن. ان لاءِ اھو ڪرم جو وشيہ بہ مان توکي ٻڌائيندس، جو ٻڌي تون اَشبُ ڪرم ڪرڻ ڇڏي ڏيندين. ھي اَرجن! **ڪرمن جي گت سمجھڻ ڏاڍي ڪٺن آھي.** سو مان توکي ٻڌايان ٿو. ھي اَرجن! **ھڪڙو ڪرم آھي، ٻيو وڪرم ۽ ٽيون اَڪرم آھي** تن جي ڳالھ ٻڌ. جنھن شاستر جي آڳيا آھي تنھن سمان آد ڪان وٺي ڪرم ڪرڻ گھرجن تنھن کي **ڪرم** چوندا آھن ۽ جي پنھنجو پاڻھي ليندا رھن تنکي **وڪرم** چوندا آھن ۽ جي آلس ڪري يا اَگيان ڪري سمان آد ڪان وٺي سڀ ڪرم ڪرڻ تياڳي ٿا ڪھن تنھن کي **اڪرم** چوندا آھن سو پرش انھن ٽنھي ڪرمن کي سمجھي ٿو ۽ شاستر جي آڳيا لي ھلي ٿو ان کي ٻڌوان اَلم ۽ ست ڪرمي سڏيو ويو آھي. ھي اَرجن! اھا ڪرم ڪرڻ جي ڳالھ ڪم، ھاڻي سو ٻڌ. جنھن منش کي منھنجيءَ مھما جو گيان اَلبتہ ٿيو آھي تنھن گيان جي ڪري ان کي ڪنھن بہ ڪرم ڪرڻ جي اِڇا نٿي ٿئي سو ڪام ڪرود کان رھت آھي. گيان جي اَگنيءَ ۾ انجا سڀ ڪرم سڙي ويا آھن. اھڙو جو ٿئي ٿو تنھن کي وڏي پرش ۽ پنڊت چوندا آھن. اھو ڪھڙو آھي؟ اھو گياني پنڊت جنھن سڀ ڪرم تياڳيا آھن ۽ ڪرمن جا ڦل بہ تياڳيا آھن ۽ ڪرمن

جي ڦل جي اِڇا ۾ لياڳي اٿس سو گيان روپي امر
پيي امرت تي رهيو آهي. اهڙو جو گياني آهي تن
کي ڪبهن ۾ ڪرم جو بنڌن ڪونهي نه بنڌن آهي
جو هڪ پرميشور کانسواءِ ٻئي ڪبهن کي نٿو ميڃي
ڪبهن جي بہ آشا نٿو ڪري نراس تي سمسار جون
واسنائون جنهن روڪي ڇڏيون آهن، من کي جنهن
جيتي ڇڏيو آهي، جيڪي ڪري ٿو تنهن جو ان کي
ليپ نٿو لڳي جو ايشور جي اِڇا سان جيڪي ان کي
پراپت ٿيندو آهي تنهن لي راضي رهندو آهي. گرمي
سردي ۽ هرک شوڪ کان رهت آهي ڀليءَ بريءَ وستوءَ
ملڻ تي راضي رهندو آهي. اهڙو منش نربنڌن سڏجي
ٿو. هي ارجن! گهڻن پرڪارن جا يگيه ٿا. يگيه ۾ ارپڻ
ڪيل برهم آهي، جنهن سان ارپڻ ڪجي اهو بہ برهم
آهي، جنهن اگنيءَ ۾ ارپڻ ڪجي اهو بہ برهم آهي ۽
جو ارپڻ ڪري ٿو اهو پڻ برهم آهي. اهڙيءَ طرح
برهم بڌيءَ سان ڪرم ڪندڙ کي پراپت ٿيندڙ اِستان
پڻ برهم آهي. ڪي يوگي ديوتائن لاءِ يگيه ڪن ٿا.
ٻيا برهم روپي اگنيءَ ۾ برهم روپي هوم سان يگيه ڪن
ٿا. ٻيا وري اِندرين روپي اگنيءَ ۾ شبد وغيره وشين
جي آهوتي ڏين ٿا. ڪي يوگي آتما ۾ ايڪاگرتا روپ
گنيءَ کي گيان دواران پرڪاش ڪري، ان ۾ سڀئي
ندرين ۽ پراڻن جي ڪرمن جو هون ڪن ٿا. ڪي دان
يگيه، تپسيا جو يگيه، اِشٽانگ يوگ جو يگيه، شاستر

اڀياس جو يگيہ ۽ گيان جو يگيہ ڪن ٿا ۽ ڪيترا وري ڪٺن ورتن رکڻ وارا يگيہ ڪندڙ آهن. ڪيترا پراڻن کي اپان ۾ ۽ اپان کي پراڻن ۾ هومين ٿا يعني ساهہ پساهہ ۾ پساهہ ساهہ ۾ آرپڻ ڪن ٿا ۽ سدائين پراڻايام ۾ رهي، پران ۽ اپان جي گتيءَ کي روڪي رکن ٿا. ٻيا جي نيم موجب کاڌو کائين ٿا سي پراڻن ۾ پراڻ ارپڻ ڪن ٿا. اهي سڀ يگيہ ڪندڙ آهن ۽ يگيہ ڪري پنهنجا پاپ دور ڪن ٿا. جيڪي يگيہ جي پرساد جو امرت ولن ٿا سي سناتن برهم کي پائين ٿا. يگيہ رهت پرش کي جڏهن هي لوڪ ئي نٿو ملي، تڏهن هي ڪوروَن ۾ سريشٽ! پرلوڪ ڪٿان ملندن ان ريت ويدن ۾ گهڻن قسمن جا يگيہ ٻڌايل آهن. اهي سڀ ڪرم جي اپت جاڻ ۽ جي جاڻي تون موڪش کي پائيندين. هي ارجن! پر اپڪاريءَ جي چڱيءَ ورليءَ سان ڏنل دان ۽ جي گيان (سمجهہ) سان نہ ڏنل آهي نہ گهڻو ڪري ڇاڄي تو ڪري، ڇو جو هي پارٿ! سڀ ڪرم گيان ۾ سمايل آهن. اهو گيان گيانين کي نمڻ، پڇڻ، شيوا ڪرڻ سان ملي ٿو. هي پانڊو! جنهن گيان کي جاڻي تون وري ڦيڻو موهہ ڪين پائيندين ۽ جنهن ڪري تون سڀ جيو پاڻ ۾ ۽ مون ۾ ڏسندين. جيڪڏهن تون سڀني پاپين ۾ ڪلي مهاپاپي هجين تہ بہ ان گيان جي ٻيڙيءَ جي ڪري تون پاپ جي سمنڊ کان جلد تري پار پوندين. هي ارجن! جئن ٻرندڙ اگني

ڪالين کي ڀسم ڪيو ڇڏي ٿي گيان روپ اَگني سڀني
ڪرمن کي ڀسم ڪيو ڇڏي. سچ گيان جهڙي جڳت ۾
ٻي ڪا به ٻي پوتر ڪندڙ وستو ڪانهي. يوگ ۾ سمانتا ۾
پورن منش وقت سر پاڻيهي پاڻ ۾ اهو گيان پراپت
ڪندو. شرڌا وارو، ايشور ۾ مگن، اندريون جيتيندڙ
گيان پراپت ڪري ٿو ۽ پوءِ جلد اَندر ۾ شانتي پائي
ٿو. "جو اَگياني، اَشرڌالو ۽ شڪي آهي اهو ناس ٿي
وڃي ٿو، جنهن جو من سدائين شڪي رهي ٿو تنهن
کي نه هن لوڪ ۾ سک ٿو ملي ۽ نه پرلوڪ ۾ سک ٿو
ملي." جنهن ڪرم ڦلن جو تياڳ ڪيو آهي ۽ گيان
جي ڪري جنهن جا شڪ نورت ٿي ويا آهن تنهن
آتم درسيءَ کي ڪرم نٿا ٻڌن. هي ڀارت! "هردي
۾ اَگيان کان اُپت ٿيل شڪائون آتم گيان روپي تلوار
سان ناس ڪري نشڪام ڪرم يوگ ڪر ۽ يڌ ڪرڻ لاءِ
اُٿي کڙو ٿي."

## تات پرج

شري ڪرشن ڀڳوان چوي ٿو ته هي آرجن! "جڏهن
جڏهن ڌرم جي هاڃي ٿئي ٿي ۽ اَڌرم ڪڙو ٿئي ٿو
تڏهن آءُ ڀڳتن جي رکيا ڪرڻ لاءِ اَوتار وٺان ٿو."
ڪرم جي گت سمجهڻ بلڪل ڏکي آهي.

**اِت شري ڀڳوت گيتا شري ڪرشن ارجن سمبادي گيان ڪرم سنياس يوگ نالي چوٿون اڌياءِ پورو ٿيو.**

# * چوٿين اڌياءَ جو مهاتم *

شري نارائڻ چوي ٿو ته هي لڇمي! جيڪو گيتا جو
پاٺ ڪري ٿو تنهن سان مان ڪهڙو آهيان؟ سو ٻڌ.
اُن کي ڏيهه ڪان ڇڏائي، مڪت پد ڏي موڪليان ٿو.
تڏهن لڇميءَ چيو ته هي مهاراج! گيتا جي پاٺ ڪرڻ
سان ڪو مڪت به ٿيو آهي؟ تڏهن شري نارائڻ چوڻ
لڳو ته هي لڇمي! ڀاڳيرٿي گنگا جي ڪناري تي ڪاشيءَ
جو شهر آهي اتي هڪڙو ويشنو رهندو هو. اهو روز
گنگا جو سنان ڪري گيتا جي چوٿين اڌياءَ جو پاٺ
ڪندو هو. هڪڙي ڏينهن هو جهنگ ۾ ويو اتي سهڻا
ٻه وڻ ڏٺائين انهن وڻن جي ڇانو هيٺ ويهي رهيو.
اهي ٻئي ڄاڙا وڻ نسر ٿا هئا. اتي ويٺي ان کي ننڊ
اچي ويئي هن جو هڪڙي وڻ کي پير ۽ ٻئي کي مٿو
لڳو ته اهي ٻئي وڻ هڪدم ڪري پيا. پرميشور جي
قدرت سان ٻنهي وڃي برهمڻ جي گهر ۾ ڪنيائن جو
جنم ورتو. هي لڇمي! اهو جنم ڏاڍيءَ پڄ ڪرڻ ڪري
مليو. جڏهن اهي وڏيون ٿيون تڏهن سندس ماءُ
پيءُ چيو ته هاڻي ٿوهالجي شادي ڪرائجي. ڇوڪرين
چيو ته هي پتا! اسانجي من جي هڪ اڇا آهي. انهن
ڇوڪرين کي اڳين جنم جي خبر هئي سو پاڻ ۾ چوڻ
لڳيون ته جنهن ساڌوءَ جي چرڻن ڇهڻ ڪري اسانجي
مڪتي ٿي آهي اهو ڪٿي ڏسڻ گهرجي. اهڙو چئي ٻئي
... ۽ پيءُ کان موڪل وٺي ڪاشيءَ ۾ آيون

اَلي تپسويءَ کي ڏٺائون ته ٻئي چوڪريون نمسڪار ڪري
چوڻ لڳيون ته هي مهاراج! توهان ڌن آهيو جو توهان
اسانجي مڪتي ڪئي آهي. سنت چيو ته توهان ڪير
آهيو؟ چوڪرين چيو ته اسان توهانکي سڃاڻون ٿيون.
اسان اڳئين جنم ۾ وڻ هيونسين. توهان هڪڙي ڏينهن
جهنگ ۾ آيا اُس ۽ گرميءَ جي ڪري توهان وڻ جي
ڇانوَ ۾ اچي ويٺا. توهانجي سمهڻ ڪري توهانجا چرڻ
هڪڙي وڻ کي ۽ ٻئي کي توهانجو هٿ لڳو. انهيءَ
مهل اسانجو اُڌار ٿيو. هاڻي اسان برهمڻ جي گهر جنم
ورتو آهي. تڏهن سنت چيو ته مونکي اُن مهل توهانجي
خبر ڪانه پيئي. هاڻي ڪا آگيا ڪريو ته مان توهانجي
ڪجھ شيوا ڪريان چو ته توهان برهمڻ شري نارائڻ جو
مک آهيو. تڏهن ڪنيائون چوڻ لڳيون تہ اسانکي
شري گيتا جي چوٿين اَڌياءَ جو ڦل دان ڪر جنهنڪري
اسان ديوتائن جو جنم وٺون. تڏهن سنت گيتا جي
چوٿين اَڌياءَ جو ڦل اُنهن کي دان ڪيو. اِهي ٻئي
ڪنيائون ديوتائن جو جنم وٺي ويڪنٺ ڏانهن روانيون
ٿيون. سنت چيو ته مونکي گيتا جي چوٿين اَڌياءَ جي
ڦل جي سڌ ڪانه هئي ته ڪو انترو ان ۾ لاڀ آهي.
پوءِ سنت ڏهاڙي گيتا جي چوٿين اَڌياءَ جو پاٺ
ڪندو رهيو. شري نارائڻ چوي ٿو ته هي لڇمي! اهو
گيتا جي چوٿين اَڌياءَ جي پاٺ جو ڦل آهي.

**اِت شري ڀڳوت گيتا جي چوٿين اڌياءَ جو مهاتم پورو ٿيو.**

ٿي آهي. جيئن منهنجي پد ۾ سانکيه وارا اچن ٿا تيئن منهنجي پد ۾ يوگي به اچن ٿا. سانکيه ۽ يوگ ٻئي هڪ ڪري ڄاڻ.

**سنياس ڇا آهي؟ سنسار جا ڪرم ڦٽا ڪرڻ.** ديهه ڪري من ڪري تياڳ ڪجن انهن جو نالو سنياس آهي. هي اَرجن! اهو سنياس پائڻ برهم يوگ ڪانسواءِ ڪٺن آهي.

**جڏهن جيو منهنجي ڀڳتيءَ سان ملي ٿو تڏهن سنسار جي سکن جي ڳالهه اُنکان وسري وڃي ٿي. انهيءَ کي سنياس چئجي ٿو.**

جيڪو جيوُ ڀڳتيءَ سان ملي ٿو اُهو منيشور آهي سو اُن مهل ئي برهم کي اچي ملي ٿو. اهڙو جو پرش يوگ سان مليو آهي جنهن هرد و شڌ ڪيو آهي ۽ جنهن پنهنجي اِندرين کي جيتيو آهي ۽ جنهن کي سڀني يوت پراڻين ۾ هڪ ئي ايشور نظر آيو آهي، اهڙو جو پرش ڪرم ڪرڻ وارو آهي، ان کي اُون ڪرم کان پري نرليپ ڄاڻ. اُهو ڇا ٿو سمجهي؟ اُهو سمجهي ٿو ته ”مان ڪجهه ڪين ٿو ڪريان“. اکيون ڏسن تيون ۽ ڪن ٻڌن ٿا، نڪ سگهي ٿو، جيڀ سواد وٺي ٿي، ساهه اچي ۽ وڃي ٿو، هٿ وٺن ۽ ڏين ٿا، پير هلن ٿا، سمهي ۽ جاڳي ديهه ٿي جو اهڙي ريت جاڳي ٿو ۽ سڀ اِندريون پنهنجو ڪم ڪن تيون جو اهڙيءَ

رهت آتما کي ڄاڻي ۽ اندرين سان ڪرم ڀو ڪري
انهيءَ کي ڪنهن نه ڪرم ڪرڻ جو دوش ڪونهي.
هو ڪرم جي ڦل جي اڇا ڇڏي ڪرم ڪري ٿو ۽
انهن ڪرمن کي برهم جي ارپڻ ڪري ڇڏي ٿو انڪي،
جئن ڪمل جي پن کي جل ڇهي نٿو سگهي، تئن پاپ
پڻ انکي سپرش ڪري نٿو سگهي. هي ارجن! جڏهن
يوگيشور آهن سي ديهه ڪري من ۽ اندرين ڪري سڀ
ڪرم ۽ سان آڏ ڪان ولي ڪن ٿا پر انهن جو ڦل تنا
ڪهرن انهن جو من شانتيءَ کي پراپت ڪري ٿو ۽ جي
وري ڦل جي اڇا رکن ٿا سي بندڻ ۾ پون ٿا. هي
ارجن! **سدائين سکي ڪير آهن؟** سا ڳالهه ٻڌ.
**جڏهن پرش آتما سان ملو آهي ۽ ڪنهن به**
**اندري ڪري ادم نٿو ڪري سو سکي آهي.**
هي ارجن! مان ڪير آهيان سا ڳالهه ٻڌ. سنسار کي
الپت ڪندڙ آهيان ۽ پالنا ڪريان ٿو پر مان ڪجھ نٿو
ڪريان جو نه هي مهنجي مايا جيا سياو آهن. هي
سنسار مايا جو ڪمل آهي. مهنجو سنسار سان ڪو ٿي
بندن ڪونهي ۽ نه **مان ڪنهن کان پاپ ڪرايان**
**ٿو ۽ نه پن.** اگيان ڪري جيون جو گيان نشٽ ٿي
ويو آهي. انهيءَ اگيان ڪري سڀ جيوُ موهجي ويا
آهن. جڏهن مونکي نبارو ڄاڻي ٿو انهيءَ کي ڪڏهن
بان نه لڀندو جئن سورج کي اوندهه ڪاڏهي لئن

گياني نرليپ آهن. هي ارجن! جيڪو مونکي اهڙيءَ طرح ڄاڻي ٿو؟ نه هي ڀريو! تون نرليپ آهين ۽ مون ۾ پريت رکي ۽ منهنجي شرن ۾ اچي هر هر منهنجو ڀڄن ڪري ٿو اهو منهنجي اڀياسي پد ۾ وڃي ملي ٿو. اتي وڃڻ ڪري وري گرڀ ۾ نٿو اچي اهو پورڻ گياني آهي. اهڙو جو برهمڻ هجي جنهن جو جنم چڱي گهر ۾ هجي ۽ ودِيا ۾ پورڻ هجي انهيءَ **برهمڻ کي وديا جي جنم جو گهمنڊ نه هجي** ۽ سڀ سان نهٺائي، ساڌو برهمڻ گئو هاٿي ڪتا چنڊال وڏو ننڍو ان جي ياڻي هڪ جهڙو هجي تنهن کي **پنڊت** چئجي ٿو ۽ آتما برهم آهي. اهڙي جنهن جي نگاهه آهي اهو جنم مرڻ جي بندن کان ڇٽي ٿو. **چڱيءَ شيءِ ملڻ ڪري خوش نٿو ٿئي ۽ خراب شيءِ ملڻ تي رنج به نٿو ٿئي.** اهڙي برهم کي هڪ نگاهه ڏسڻ وارو چئجي جنهن جي هردي ۾ ڪجهه به اگيان ڪونهي ۽ آتما جي سک ۾ مگن آهي، تنهن اڀياسي ۽ اڪيلو باهرين ۽ اندرين جي سک جو خيال هن کان پلجي ويو سک پاتو آهي اهو اندرين جي يوڳن کي نٿو ملي. اندرين جا يوڳ دک ڏيڻ وارا آهن ۽ انهن جو ڪوڙو سک آهي سو انهن جو سک ڇڏي آتما جو سک يوڳي ٿو جنهن کي اڳي جنم ڪونهي تنهنجي ڳالهه ٻڌ. جڻ ول مان هڪ سنگ ڪڍي ڏسجي ته سڀ ڏاڏا ڳنڍ

آهن جي انهيءَ ۾ ڪو ڪچو ڌاڳو ڪچو هوندو ته سڀ
ڪچا ڌاڳا هوندا. انهيءَ رهت جنهن گيانيءَ کي ڪام
ڪروڌ ڪونهي تنهن کي ورڻي جنم نه ملندو. **جن**
**ڪام ڪروڌ ٻئي دشمن جيتيا آهن انهن ٿي**
**يوگ کي پاتو آهي. اهي ٿي سنسار ۾ سکي**
**آهن.** انهن کي ڪام ڪروڌ نٿو ٿئي سو ٻڌ. آتما جو
جوتي سروپ آهي تنهن سان وڃي مليو آهي. انهيءَ
آتما سان ملڻ ڪري جو نرواڻ پد آهي تنهن ۾ وڃي
هو مگن ٿيو آهي. انهيءَ ڪري انکي ڪام ڪروڌ
نٿو ٿئي. ڪام ڪروڌ جهڙي ڪونهي سو جوتي سروپ
برهم نرواڻ سک ۾ مگن ٿيو آهي. جڏهن ڌيان ساڻ
مڪت آهن تن جي ڳالهه ٻڌ. **جنهن ٻاهريون**
**اندريون واسنائن کان ٻري ڪيون آهن ۽**
**اکيون بند ڪري ترڪٽيءَ ۾ ڌيان رکي ۽**
**پراڻ گڏ ڪري ناسڪا ۾ آڻي. اهڙو جنهن**
**پراڻاياما ڪيو آهي ۽ ٻي ڪا جنهن کي ڪامنا**
**ٿي ڪانهي ۽ ڪنهن جو ڀؤ نه ڪروڌ آهي**
**اهڙو جو منهنجو ڀڳت آهي سو جيئري ئي**
**مڪت آهي (جيون مڪت).**

هي ارجن! سو ٻڌ. ڪيترا ماڻهو مڪتي حاصل
ڪرڻ لاءِ ڀيا ۽ يگ ڪن ٿا سو انهن جو ڦل ڀوڳڻ

وارا پاڻ آهن ۽ سڀني جو ايشور ۽ سڀني ڀوت پراڻين جو متر پڻ آهي. جيڪو ائين ڄاڻي ته شري ڪرشن ڀڳوان اهڙو آهي سو پرمانند اڀياسي پد پائي ٿو.

## تات پرج

ڪرم جي تياڳ کان ڪرم جو ڪرڻ سريشٽ آهي "اندريون اندرين جي وشيه ۾ ورتجن ٿيون" ۽ آءٌ "ڪجهه به نٿو ڪريان." يوگي ائين ڪري مڃي ٿو. ڦل جي اڇا ڇڏي ڪرم ڪري ٿو ۽ انهن ڪرمن کي ايشور ارپڻ ڪري ٿو، اُنکي پاپ پڄ لڳي نٿو سگهي.

## اِت شري ڀڳوت گيتا شري ڪرشن ارجن سنبادي گيان ڪرم سنياس يوگ نالي پنجون آڌياءِ پورو ٿيو.

## * پنجين آڌياءِ جو مهاتم *

شري نارائڻ چوي ٿو ته هي لڇمي! هڪڙو برهمڻ پنگلا نالي پنهنجي ڌرم کان ڀرشٽ ٿي ڪسنگ ۾ وڃي لڳو. انهيءَ برهمڻ کي سنڌس ياڻن نياڻ مان ڪڍي ڇڏيو، تڏهن اهو برهمڻ پنهنجو ملڪ ڇڏي ٻئي ملڪ ۾ وڃي ويٺو. نيت راجا وٽ نوڪري ڪيائين ۽ جڏهن راجا وٽ گهڻا ڏينهن رهيو تڏهن ماڻهن تي چغليون به هڻڻ لڳو ۽ ڌنوان به ٿي پيو. اُتي پنهنجي شادي ڪيائين. زال اهڙي مليس جو پنگل چويس ته ٻاهر نه

وچ ۾ هوءِ ٻاهر هلي وئي. مطلب تہ جيئن چويس
انهي ابتڙ هلي. جنهن ڪري ڏاڙي مار ڏيندو هوس.
هڪڙي ڏينهن ڏاڍي مار ڏنائينس. تڏهن ڪاوڙس
کيس زهر ڏيئي ماري ڇڏيو پوءِ آن برهمڻ گدڙ جو
جنم پاتو. ڪبتر ڏينهن ڪانوءِ اها زال ۾ مري وئي
۽ وڃي طوطيءَ جو جنم پاتائين. هڪڙي ڏينهن طوطي
جهنگ ۾ ويٺي هئي، گدڙ بہ اُتي اچي نڪتو. گدڙ
طوطيءَ کي سڃاتو. اِها ساڳي منهنجي زال آهي اِئين
چئي طوطيءَ کي مارڻ لاءِ هن جي پٺيان ڀڳو. طوطي
اڀندي وڃي مساڻ ۾ ڪري. آن مساڻ ۾ سادوءَ جي
کوپري برسات جي پاڻيءَ سان ڀري پيئي هئي. طوطي
آن ۾ وڃي ڪري. ايتري ۾ گدڙ بہ اچي پهتو ۽ طوطيءَ
کي مارڻ لڳو. انهيءَ کوپريءَ جي پاڻيءَ سان انهن
ٻنهي جي ديهہ ڌوپي پيئي ۽ پاڻ ۾ وڙهندي مري
ويا ۽ نيچ ديهي ڇڏي ديوتائن جي ديهہ پاتئون.
آڪاش مان وواڻ آيا انهن ۾ چڙهي ونڪنٺ ڏي
ويا. تڏهن طوطيءَ پڇيو تہ هي گدڙ! مون اهڙو ڪهڙو
پڄ ڪيو آهي جنهن ڪري ونڪنٺ ڏي ٿي هلان؟
گدڙ چيو تہ مان پڻ جنم ڪان پاپي آهيان مونکي ڪابہ
خبر نٿي پوي. ايتري ۾ ڌرمراءِ جي پريءَ ۾ ويا
ڌرمراءِ چيو تہ هي گدڙ! تون اڳئين جنم ۾ ڪير هئين؟
گدڙ چيو تہ هي مهاراج! مان برهمڻ هوس. مون شادي
ڪئي تہ مونکي هيءَ پاپڻ زال ملي جنهن مونکي زهر

ڏٺي ماري ڇڏيو. ٻون جهنگ ۾ هن کي سڄاتو ۽ هن کي مارڻ لڳس. هوءَ پڇندي مساڻ ۾ هڪڙي ماڻهوءَ جي کوپڙيءَ ۾ ڪري پيئي. کوپڙي پاڻيءَ سان پريل هئي. مان ٻه آلي اچي ڦهتس. اهو پاڻي اسان ٻنهي جي ٻت تي اچي لڳو ۽ پاڻيءَ جي لڳڻ ڪري اسانجي ديهه ديوتائن جهڙي ٿي پيئي ۽ اسانکي ووان ۾ چاڙهي وئڪنٺ ڏانهن وٺي هليا. اسانکي خبر نٿي پوي تہ اسانجو اُڌار ڪهڙيءَ ريت ٿيو. ڌرمراءَ چيو تہ اها کوپري هڪڙي سادوءَ جي هئي. اهو ڏهاڙي گنگا ۾ سنان ڪري گيتا جي پنجين اَڌياءَ جو پاٺ ڪندو هو جنهنجي جل ڇهڻ ڪري توهان وئڪنٺ ڏي ٿا وڃو. پوءِ ڌرمراءِ پنهنجي پارکدن کي حڪم ڏنو تہ جيڪو پرش گنگا ۾ سنان ڪري ۽ گيتا جو پاٺ ڪري تہ انهيءَ کي منهنجي پڇڻ کان سواءِ ئي وئڪنٺ ڏي وٺي وڃو.

شري نارائڻ چوي ٿو تہ هي لڇمي! اهو گيتا جي پنجين اَڌياءَ جو مهاتم آهي.

## اِت شري ڀڳوت گيتا جي پنجين اڌياءَ جو مهاتم پورو ٿيو.

۾ لڳايو آهي تن جو آتما دشمن آهي. جن پنهنجو آتما وشين کان پري ڪري پار برهم اڀياسيءَ سان لڳايو آهي سو پرم شانت پد کي پراپت ڪندو ۽ منهنجي ڪرپا سان ڪوئي دک اُنجي ويجهو نه ايندو. هو آدر ڪري خوش نٿو ٿئي ۽ نرآدر ڪري رنج به نٿو ٿئي. **پنهنجو پاڻ کي سڃاڻڻ گيان چئبو آهي ۽ ايشور کي سڃاڻڻ وگيان چئبو آهي.** اهي ٻئي تيرهين آڌياءِ ۾ توکي ٻڌائيندس.

سو انهيءَ گيان ۽ وگيان روپي اُمرت کي پي يوگي لوڪ ترپت ٿيندا آهن سو ڪيئن؟ اندرين کي روڪي سدائين هڪ رس رهندا آهن. **مٽي ۽ سون، مترُ ۽ شترو، پاپ ۽ پن اُنهن لاءِ هڪ سمان آهي. اِهي يوگ جا لڇڻ آهن. جيڪو يوگي ٿيڻ گهري** سو ٻڌ. اهو پهريائين ايڪانت ۾ هڪڙي چار آڱر اوچي ٿلهي ٺاهي تنهن تي چيٽي جو ليپو پائي اُن تي ڀ ڊ وڇائي تنهن جي مٿان مرگهه ڇالا وجهي مٿانئس ڌوتل ڪپڙو وڇائي اُهڙي شڌ آسڻ تي پلٿي ماري ويهي. من کي نسچل ڪري اندرين کي وس ڪري مٿي کي سڌو جهلي ويهي، هيڏي هوڏي ڪيڏانهن به، ڪين نهاري فقط آتما کي پرماتما سان ملائي ڪنهن جو به ڀؤ نه ڪري چت کي دريه ڪري من جو پڪو نسچو موں ۾ رکي اِنهيءَ ريت موں سان

ملي ٿو ياڻ پد کي پائي ٿو. هي اَرجن! ٻيو پڻ. ٻيت
يري ٻ ٿ کائي، ٻن ڳرهن جي ٻک کڏي جين سواس
ڇگيءَ طرح هلن، آلس ڪري ٿ وڃي، ٻوت ٿ پائي
۽ ڏرليءَ ڏي نگاهه ڪري هلي جيئن ڪو جيمه جنتر
پيرن هيٺان ٿ اچي وڃي ۽ ڪنڊو ٻ ٿ لڳي ۽ اُشڌ
جاءِ تي ٻ پير ٿ ڌري. هي اَرجن! فقط جاڳڻ يوڳ ٿ
آهي ۽ نه سمهڻ ٿي يوڳ آهي. ڀيريون ۽ ڀويون
ڀير حاڳي. اهڙيءَ ريت يوڳيءَ کي يوڳ پراپت ٿيندو
آهي ۽ اَروڳي رهندو آهي. اهڙي يوڳ جو ٿالو دک
ناسڪ يوڳ آهي. گياني پرش يوڳيءَ جو من جڏهن
آلما سان ملي ٿو لڏهن اُن هي من کي ڪيئن ٻ طرح
جي اچا نٿي ٿئي انهيءَ کي يوڳ ڄڃت چوندا آهن.
يوڳيءَ لاءِ ايڪانت ۾ رهڻ جو جيو اُٿن سو ٻڌ. جيڪڏهن
ڏيئو هوا ۾ ٿ رکبو ٿ انجي روشني ٻ اسٿر رهندي
۽ وسامندو نه ڪين. ۾ جي هوا ۾ رکبو ٿ ان جي
روشنائي ٿ ڏيلي رهندي ۽ وسامڻ جو ٻ ڀؤ ٿيندو.
انهيءَ ڪري يوڳيءَ جو ايڪانت ۾ رهڻ ضروري آهي
۽ ورڃي ايڪانت ۾ ويهي منهنجي يادگيري ڪري ٿ
يوڳيءَ جو چت موڻ ۾ نسچل ٿيندو. يوءِ هڪي آلما
هو درشن ٿئي ٿو. آتما هي درشن جو سک ڪيئڙو
آهي؟ اَبناسي آهي. لٻهن سک کي جاڻي ٿو. انهيءَ
سک کي ٻڌ جاڻي ٿي. اِندريون انهيءَ سک کي نٿيون
جنهن سک جي پائڻ ڪري هتيارن سان ويڃي

۽ ٻاهر ۾ سڙي تڏهن ٻـ هنکي ڪو ڏک نٿو لڳي. انهيءَ جا مثال پرهلاد ڀڳت جهڙا آهن. **پرهلاد ڀڳت کي سندس پٽا هرناڪش انيڪ پرڪارن جا ڪشٽ ڏنا تڏهن ٻه پرهلاد ڀڳت کي ڪنهن طرح جو ٻه ڏک نہ لڳو.** اهڙو تہ سک آهي جنهن سک پائڻ ڪري سيئي ڏک ڏور ٿي وڃن ٿا سو اهڙو سک ڏدان يوگ سنسار کان پري ٿي ڪري اوس ڪرڻ گهرجي. آهستي آهستي مونکي بڌيءَ سان پراپت ڪجي ۽ آتما سان ملائجي ۽ ٻيو ڪڇ ٻـ ڪين ياد ڪجي. هي من چنچل آهي جنهن جنهن ڳالهہ کي ياد ڪري تهن تنهن ڳالهہ کان هٽائي اُن کي آتما سان ملائڻ کپي. جڏهن من وڃي آتما سان گڏبو تڏهن پرم شانت سک کي پائيندو. جن اهڙيءَ ريت مايا کي ٻري ڪري يوگ کي جاتو آهي سي ڪڏهن ٻـ نٿا پٽڪن ۽ اُهي ٻاڻ ۾ پاڻيهي استر ٿيا آهن ۽ پاپ اُنهن جا سڀ سڙي ويا آهن. انهن جلدي يوگ کي پاتي ورتو آهي. اُنهن کي آتم سک مليو آهي. برهم جو پرڪاش بہ ٿي پيو آهي ۽ انهن آتما جو سنگ ڪري پرم سک کي پراپت ڪيو آهي. انهيءَ سک ڪري انهن سڀ کي پاڻ ۾ ڏٺو ۽ پاڻ کي سڀ ۾ ڏٺائون ۽ ٻيو ڪڇ بہ نہ ڏٺائون پاڻ کي آتما سمان ۽ پاڻ ۾ برهم کي ڏٺائون ۽ جڳت ۾ نرمل يوگ پاتائون. اهو برهم جو پرتاپ آهي.

هي اَرجن! سڀ ڀوت پراڻي انهيءَ کي پاڻ ۾ نظر آيا.
۽ سڀني ڀوتن پراڻين ۾ هڪي پنهنجون آتمائون ڏسڻ
۾ آيون ۽ ان هي احڙي نه سمان درشٽي ٿي ڀيٺي جو
مونکي ۽ پاڻ ۾ ڏٺائون سڀ ۾ آتما برهم کي ڏٺائون
۽ سڀ ڀوت پراڻي منهنجي ورات سروپ ۾ جو ڏسي
ٿو تنهن کان مان پري نه آهيان. مان ۽ هوُ هڪ روپ
آهيون. سڀني ڀوتن پراڻين ۾ مونکي ڏسي منهنجو
روز پيجن ڪن ٿا اُهو ڪهڙو ڀڄن ڪن ٿا؟ سو ٻڌ.

## پرارٿنا

هي سوامي! هي ناٿ! هي پرڀوا هي پرماما!
هي پرمهشور! هي پار برهم! پورن مڌسوڌن
ماڌو، گوبند گوپال، نرنجن، نارائڻ هري،
ايشور، اچت ابناسي، انترياميِ، سرو وياپي،
سرو شڪتيوان، داتار، ديالو، ڪرپالو، دين
بندو، ديناناٿ، دين ديال، دکہ ڀنجن، پتہ هرڻ،
اناٿن جا ناٿ، نثاون جا ٿاو، نہ اوٽن جا اوٽ،
نہ آسرن جا آسرا، نہ ٽڪن جي ٽڪ، نہ پتمتن
جي پت، نہ آڌارن جا آڌار، بي وسيلن جا
وسيلا، بيواهن جا واهہ، هيڻن جا همراهہ، اوکيءَ
ويلي سهائتا ڪندڙ، سڀ کي روزي رسائيندڙ
جاڻڻهار، حاضران حضور، شاهن جـا

شاهه، بي پرواهه، ڀڳت وڇل، شري ڪرشن ڀڳوان
مونهنجي ٽوڪي وارون وار نمسڪار آهي. مان
تنهنجي شرڻ آيو آهيان، تنهنجو ٻـرد آهي
شرڻ پئي جي لڄا رکڻ، تون ڪهڙو آهين؟
پتت پاون آهين. تون مونهنجي گڻ اوگڻ ڪي
نه ويچار. مونهنجا ڪيا گناهه ڪٽ. جئن ماءُ پتا
پٽر جو ۽ پتي پياري جو اپراڌ ڪميا ٿو ڪري
تئن تون ٻـه مونهنجو اپراڌ ڪميا ڪـر. ڪرڻ
ڪراڻ وارو تون ئي آهين مان ڪجھ ٻه نه
آهيان. سڀ ڪجھ تنهنجي هٿ ۾ آهي. جيڪي
تون ڪرين ٿو تنهن ۾ مونهنجو ڀلو آهي. تون
مونکي دکه ۾ ڌيرج ڏي ۽ سکه ۾ سنتوش
ڏي. ڪام آدي وڪارن کان رکي وٺ. جهڙيءَ
طرح گج کي گراهه کان بچايئه تهڙيءَ طرح
مونهنجي ٻـه لڄا رکه پنهنجي مايا کان بچاءِ،
گيان پراپت ڪراءِ، ساڌن جو سنگه ڏي. لوڪ
پرلوڪ سهلو ڪر. اهڙا ديا ڪر جو سواس سواس
تنهنجو نام جپيندو رهان. سچي راهه ڏي.
سچي سمجهه ڏي. سچي سکيا ڏي. نام دان
ڏي. پنهنجي چرڻن جو ڌيان ڏي.

اهڙو هيڪي روز ڏاڍن ڪن تا سي عمر مرڻ ۽
ورڻ ۾ ايندا. انهن کي ڄما ڪرڻو آهي سو ڄڻ. هي
ارجن! جيئن پنهنجي شرير کي سک دک لڳل آهي
تيئن ٻين کي ۾ لڳل آهي. ائين سمجهي ڪري ڪنهن
کي ۾ دک نه پهچائجي ۽ سڀني کي سک ڏيندڙ ٿجي
سڀني ٻوڳن کان ۾ اهڙو ڪرم ٻوڳ اُتم آهي.

ارجن شري ڪرشن ڀڳوان کان پڇڻ لڳو ٿي هي
مڌسودن! اهو ٻوڳ جو توهان مونکي ٻڌايو سو ٻوڳ
نه مون ۾ ڪوڙهي ۽ مان وري اهڙو ٻوڳ ڪري ۾ نٿو
سگهان. هي ڀڳوان! من ڏاڍو چنچل آهي ۽ مست
هاٿيءَ وانگر ٻاوان آهي. اهڙي من کي قابو ڪرڻ، مان
هوا کان ۾ وڌيڪ مشڪل ڪري ٿو سمجهان. ارجن
جي سوالن جي جواب ۾ شري ڪرشن ڀڳوان ارجن کي
چوڻ لڳو ته هي ارجن! انهيءَ ڳالهه ۾ ڪو شڪ نه آهي
ته من ڏاڍو چنچل آهي ان کي وس نٿو سگهجي ٻر
جن من کي وس ڪيا آهن اهي ڪهڙا آهن؟ سي ٻڌ.
مون ۾ ٻرهم رکي ۽ سنسار جي واسنائن کان پري رهي
اهي ۾ ٻاٻو آهن. انهن ٻاڻون سان من وسڪ ڪئي او
۽ جنهن مون سان ٻرهم نه رکي آهي ۽ سنسار جي
واسنائن کان پري نه ٿيو آهي اهو مونکي اصل نه
پاليندو. جنهن اڀياس ڪري من مون سان نه لاٿو آهي،
انهيءَ کي ٻوڳ ڪٿان ملندو؟ اڀياس انهيءَ کي چئبو
آهي ته جنهن پنهنجي ڏاڍن کان سواءِ من ڪجهه ٻئو

سمري، تڏهن اُن کي ٻڌيءَ سان پڪڙي مون منجهه لڳائي انهيءَ جو نالو اَڀياس آهي. جي اَڀياس ۽ وئراڳ سان مون ۾ مليا آهن انهن کي يوگ پائڻ سولو آهي. اَڀياس ۽ وئراڳ ٻئي اُپاءُ من کي جيتڻ جا آهن. اَرجن شري ڪرشن ڀڳوان کان پڇڻ لڳو ته هي ڀرڀو! جنهن توهان سان يوگ جوڙيو آهي ۽ ديهه ڇڏڻ مهل اُنجي شردا يعني پريت توهانجي يوگ کي ڇڏي ڪنهن ٻئي پاسي ويئي ته اهو يوگي مڪتيءَ کي ته ڪين پراپت ٿيو؟ هي ڀڳوان! کهڙيءَ گت کي پراپت ٿيو ۽ اهو توهانجي يوگ کان ڀرشٽ ٿيو يا نه؟ انهيءَ جي ساري ڪمائي اجائي ويئي يا نه؟ جئن برسات اچي ۽ ڪنهن پاسي کان هوا لڳي ته اهي بادل ڪي ڪيڏانهن ڪي ڪيڏانهن وڃن تا تئن انهن بادلن وانگر انهيءَ يوگيءَ جو يوگ ٿيو يا نه؟ هي ڀرڀو! سو توهانجي يوگ کي ته نه پهتو. توهانجو برهم پد جو آهي تنهن پد کان ته هڙ ٿري ويو. ڪرپا ڪري اُنهيءَ جي گت ٻڌايو ۽ منهنجي من جو سنسو مٽايو. شري ڪرشن ڀڳوان چوي ٿو ته هي اَرجن! انهيءَ يوگيءَ جو يوگ تون ناس نه سمجهه هي اَرجن! جنهن منهنجو هڪ ڀيرو به نالو ورتو آهي ۽ مونکي نمسڪار ڪيو آهي، مان جو ست پرش ابناسي آهيان ڪلياڻ روپ به آهيان. يوگيءَ جو من اَنت ڪال مهل منهنجي يادگيري کي ڇڏي ٻئي پاسي ويو ته تنهن جي گت ٻڌ. جنهن سرڳ پائڻ لاءِ لوڪ وڏا دان ڪندا

آهن ۽ يگهه ڪندا آهن ۽ پڻ تپسياڻون ڪندا آهن اهو
سرڳ پرشت ڀوڳي پائي ٿو تنهن **سرڳ جو وستار**
**ٻڌ.** اُتي ديوتا رهن ٿا ۽ اُتي نڪا ڪنهنجي زال آهي
نڪو ڪنهن جو مڙس آهي. اُتي اپسرائون ڀوڳ لاءِ آهن
هن جي سرير ۾ ڏاڍيون سڳنڌيون آهن ۽ گنڌرب راڳ
ڪرڻ وارا آهن ۽ کائڻ لاءِ اُمرت آهي، سنگهڻ لاءِ
گل آهن، پهرڻ لاءِ ديوتائن جا ڪپڙا آهن ۽ هر قسم
جي پرڪارن جا ديوتائن جا ڀوڳ آهن. جڏهن اهي
ڀوڳ ڀوڳي بس ٿو ڪري تڏهن وري اچي منش لوڪ
۾ جنم پائي ٿو، برهمڻ يا کتريءَ جي گهر ۾. جڏهن
پورا ڏينهن ڀوڳ سادنا ڪئي هئي ۽ مرڻ مهل ڀوڳ
کان پلٽي ويو هجي اهو سرڳ جا ڀوڳ ڀوڳي برهمڻ،
کتري يا ساهوڪار جي گهر ۾ جنم پائي ٿو ۽ وري
يوگ جي سادنا ڪري ٿو. جنهن کي ڪم ڪندڙ ماڻهو
سمجهي ٻوندو آهي ۽ جڏهن اُٿندو آهي تڏهن وري
رهيل ڪم ڪندو آهي. اهڙيءَ ريت ان جي من ۾
يوگ اُلست ٿئي ٿو تڏهن مون سان يوگ جوڙي منهنجي
اُناسي پد ۾ وڃي پراپت ٿئي ٿو. جنهن يوگ جي سادنا
ڪئي ۽ مرڻ مهل يوگ کان بگڙي ويو تنهن جو وستار
چيم. جن گهٽي سادنا ڪئي هجي ۽ مرڻ مهل من
چلائيمان نه ٿئين تن جي ڳالهه ٻڌ. اهي يوگي سرڳ جا
ڀوڳ ڀوڳي وري جنم پائن ٿا. اهي وڏيءَ ٻڌ وارا
۽ سمجهه ڄاڻڻ وارا اهڙا جي منهنجا يوگي آهن

وري انهن جي گهر جنم پائين ٿا. اتي جنم وٺي باقي رهيل يوگ جو اڀياس ڪن ٿا ۽ ڪنهن به تڪليف کان سواءِ انهن جو اڀياس ٿئي ٿو. جهڙي اڳئين جنم ۾ انهن جي ٻڌ هئي اهائي ٻڌ وري هنن کي ملي ٿي. هي ارجن! يوگ جو اڀياس انهن کان پاڻيهي پيو ٿئي. اهي يوگي منهنجي مهما کي ڄاڻي مون سان سهجي اچي ملن ٿا ۽ سڀني پاپن کي ناس ڪري منهنجي يوگ جي ساڌنا کي پراپت ڪن ٿا. هي ارجن! هن يوگ جي رستي جي خبر هڪ جنم ۾ نٿي پوي گهڻا جنم هر هر وٺي يوگ ڪندا آهن تڏهن اهي پرم پد ۽ اڀناسي نگر ۾ وڃي پراپت ٿين ٿا. تپسويءَ کان يوگي مٿي آهي؛ گيانيءَ کان به هو مٿي سمجهي ٿو؛ ساڳيءَ طرح ڪرم ڪانڊيءَ کان به مٿي آهي. تنهن ڪري هي ارجن! تون يوگي ٿيءُ سڀني يوگين ۾ اتم ٿيءُ ۽ من مون ۾ لڳاءِ جي مونکي شرڌا سان ڄپين ٿا، تنهن کي آءٌ سرپشٽ يوگي سمجهان ٿو.

## ساٽ پرج

جو ڦل جي اڇا نه رکي ڪرم ڪري ٿو، اهو ئي يوگي آهي پر نه اهو جنهن ڪرم تياڳيا آهن. جو گهٽو ڪائي ٿو يا جو اصلي ڪائي ئي نٿو يا گهٽو سمهي ٿو يا جاڳندو ئي رهي ٿو، نه اهڙي کان يوگ ساڌنا نه ٿيندي جو مونکي سڀ ۾ ڏسي ٿو ۽ سڀ مون ۾ ڏسي ٿو، اهڙي کان آءٌ جدا نه آهيان ۽ نه هو مونکان جدا آهي.

من چنچل آهي وس ڪرڻ جو نه آهي پر اڀياس ۽ ويراڳ سان هو وس ڪري سگهبو آهي. "جنهن من وس نه ڪيو آهي تنهن کي يوگ پراپت ٿيڻ مشڪل آهي، ڪوشش ڪندڙ اڀياسي هڪ نه ٻئي جنم ۾ يوگ جو رستو حاصل ڪري موڪش پائي ٿو."

## اِت شري ڀڳوت گيتا شري ڪرشن ارجن سمبادي ڌيان يوگ نالي ڇهون اڌياءُ پورو ٿيو.

## * ڇهين اڌياءُ جو مهاتم *

شري نارائڻ چوي ٿو ته هي لڇمي! گوداوري نديءَ جي ڪناري تي هڪ نگر آهي. اُتي جي راڄا جو نالو جانشرتا هو. اهو راڄا ڌرمي هو. اُنجي پرجا به ڌرمي هئي. هڪڙي ڏينهن انهيءَ نگر ۾ هنس اُڏامندي اچي نڪتا. انهن مان هڪڙو هنس وهندي شرط وري اُڏامي ويو تڏهن نگر جي پهلوان پڇيس ته هي هنس! چو اُون سڀني کان جلد اُڏامي وڃڻ ٿو. هنس چيو ته هي پهلوان! هن راڄا کان هڪڙو رشي اُتم آهي ۽ اهو ونڪمت جو اُڌڪاري آهي. ونڪمت سڀني کان ٻه مٿي آهي. اها ڳالهه ٻڌي راڄا دل ۾ خيال ڪيو ته مونکان هندو ٻيو وڏو آهي جو ونڪمت جو اُڌڪاري آهي ۽ هنس به هنجي ساراهه ٿو ڪري. اهو خيال ڪري چوڻ لڳو ته انهيءَ مهاتما جو درشن ڪرڻ

گهر جي. راجا انهيءَ مهل رٿ گهرائي رشيءَ جي درشن ڪرڻ لاءِ روانو ٿيو. بنارس ڪاشيءَ ۾ وڃي گنگا جو سنان ڪيائين. دان ڪيائين ۽ شو جي مهراج جو درشن ڪيائين. پوءِ ماڻهن کان پڇيائين ته اهڙو ڌيان ڪرڻ وارو رشي منجي هتي آهي؟ ماڻهن چيس ته نه. پوءِ راجا اُتان هليو ۽ دوارڪاناٿ جو درشن ڪيائين. پوءِ راجا اوله پاسي ويو جنهن تيرٿ تي وڃي اُتي سنان دان ڪري ۽ رشي منجي پيو پڇي. وري راجا اُتر پاسي ويو. بدري ناٿ جو درشن ڪيائين. اُتي راجا جو رٿ نه پيو هلي تڏهن راجا چيو ته مان ساري پرٿوي گهميو آهيان پر منهنجو رٿ ڪٿي به نه بيٺو آهي. هتي اهڙو ڪو پڇيارٿي منش رهي ٿو جنهن جي پرتاب ڪري منهنجو رٿ نٿو هلي. تڏهن راجا رٿ کان هيٺ لهي رٿ جي اڳيان هلڻ لڳو. ڇا ڏسي ته هڪڙي پهاڙ جي غفا ۾ ساڌو ويٺو آهي جنهن جي تيج ڪري سارو پهاڙ روشن آهي. تڏهن راجا سمجهو ته اهو رشي هتي آهي. پوءِ راجا اڳتي وڌي ان رشيءَ کي ڏنڊوت پرڻام ڪيو ۽ هٿ ٻڌي اُنجي اُستتي ڪيائين ۽ چيائين ته هي سوامي! توهانجو درشن ڪري ڪلياڻ ٿيو آهي ۽ منهنجو جنم اَڄ سڦل ٿيو. اَڄ کان مان مڪت ٿيس. رشيڪ منيءَ راجا کي آدر ڀاءُ ڪيو ۽ چيائين ته هي راجا! تون ڌرم جي سادنا ڪندڙ آهين ۽ تون پڇ آتما آهين. پوءِ منيءَ چڱيءَ طرح سان راجا کي پاڻ

وٽ وهاريو ۽ شيوڪ کي ڦل ڦول آڻڻ لاءِ موڪليائين.
اهو ڦل ڦول کڻي آيو ۽ اچي راجا کي ڏنائين. پوءِ راجا
منيءَ کان پڇيو ته هي سوامي! توهانجو ايڏو تيج ڪهڙي
ٻل ڪري ٿيو آهي؟ تڏهن منيءَ چيو ته هي راجا! مان
ته ساڌو جٽائن رکڻ وارو، ڀڀوت لائڻ وارو ۽ ڪفني
پائڻ وارو آهيان. مونکان ڪهڙو پڄ ٿيندو جو مان
ڪندس. مون وٽ ڪا مايا ڪانهي پر هڪڙي ڳالهه
آهي جو مان سدائين گيتا جي ڇهين اَڌياءَ جو پاٺ
ڪندو آهيان. هي جيڪو تيج ڏسين ٿو سو انهيءَ جو
آهي. راجا اهترو ٻڌي پنهنجي پٽ کي آڻايو ۽ چيائينس
ته هي پٽ! اَڄ کان وٺي تون راڄائي ڪر. مان تيرٿ
ياترا لي ٿو وڃان. ائين چئي راجا راڄ کي ڇڏي ڏنو
۽ رنسڪ منيءَ کان گيتا جي ڇهين اَڌياءَ جو پاٺ
سکيو ۽ ڏهاڙي پاٺ ڪرڻ لڳو. پاٺ جي پرتاپ
ڪري راجا ترڪال درشي ٿيو. اهڙيءَ طرح ٻئي ڄڻا
گهڻائي ڏينهن گذاريائين. هڪڙي ڏينهن ٻئي راجا ۽
مني پراڻ تياڳي وِمان ۾ چڙهي وئڪنٺ ڏي ويا.
شري نارائڻ ٿو چوي ته هي لڇمي! اهو گيتا جي ڇهين
اَڌياءَ جو مهاتم آهي جو مون توکي ٻڌايو.

**اِت شري ڀڳوت گيتا جي ڇهين اَڌياءَ جو**
**مهاتم پورو ٿيو.**

# اَڏياءُ ستون

## [ گيان وگيان يوگ ]

شري ڪرشن ڀڳوان چوي ٿو ته هي اَرجن! مهنجي آسري تي ئي يوگ ڌار. هي اَرجن! مهنجي يوگ ڪري جنکي گيان ٿيو آهي اهو گيان مان توکي ٻڌايان ٿو جنهن گيان جي ڄاڻڻ ڪري باقي ڪجهه به نه بچيو آهي. مطلب ته پيو ڪجهه توکي ڄاڻڻو نه آهي سو



ورلي پرش سنسار کان ورڪت يا نيارو ٿئي ٿو. جيترا به نيارا ٿين ٿا تن ورڪتن مان ڪي به ٿورا مڪتي پد کي پراپت ٿين ٿا ۽ جيترا مڪت ٿين ٿا تن مان به ڪو ورلو مهنجيءَ مهما جي گيان کي ڄاڻي ٿو سي مهنجون مهمائون ٻڌ. هي اَرجن! **آڪاس، وايو، جل، پرٿوي، اگني، من، ٻڌ ۽ اهنڪار، اهي اٺ پرڪرتيون آهن.** اُنهن کي اُتپت ڪرڻ واري مهنجي مايا آهي. اِهي اَٺ سرير ڌارين ٿا جي اَندر به آهن ۽ ٻاهر به آهن. جهڙيءَ ريت ڏيهه جو اَنس ماس آهي، ليڪن جو اَنس ٻاهر آهي جو پيٽ ۾ اَن پچائي ٿو، آڪاس جو اَنس پولار آهي. اها سڀ مهنجي مايا آهي. هي

اَرجن! سارو جڳت سنسار اُنهن مان ئي پيدا آهي. چوراسي لک جُوڻيون به اُنهن مان ئي پيدا آهن. هاڻي ٻڌ. مان ڪهڙو آهيان؟ ساري سنسار ۽ سنسار جي رچڻ واري جا منهنجي مايا آهي تن سڀني جي اُتپت ڪرڻ آهيان، پالن ڪرڻ به مان آهيان ۽ پرلئه ڪرڻ به مان آهيان. سڀ ڪان پري ۽ نيارو به مان آهيان. هي اَرجن! مونکان پري ڪجهه به نه آهي. سڀ پدارٿ مون مان اُتپت ٿيا آهن جئن ڌاڳي ۾ مڻيا پوتيا آهن. هي اَرجن! ائين نه سمجهه ته مان واشديو ۽ ديوڪيءَ جي گهر جائو آهيان. اهڙيءَ ريت جيڪي ڏسجي يا ٻڌجي ٿو سو جاڻ ته سڀ برهم آهي. هي ڪونتيہ! پاڻيءَ ۾ رس آءٌ آهيان، سورج ۽ چنڊ جو تيج آءٌ آهيان، آڪاش ۾ شبد ۽ ماڻهن ۾ ماڻهپو آءٌ آهيان، پرٿويءَ جي سڳنڌ آءٌ آهيان، اَگنيءَ ۾ تيج آءٌ آهيان، پراڻين جي جيوت آءٌ آهيان، تپسين جي تپسيا آءٌ آهيان. هي پارٿ! سڀني جيون جو سناتن ٻج مونکي جاڻ، ٻڌوانن جي ٻڌي آءٌ آهيان، تيجسويءَ جو تيج آءٌ آهيان. نتي پتاندر جو ڪام آهي سو به مان آهيان. هي جيڪي ٽي گڻ آهن ستو، رجو ۽ تمو انهن کان مان نيارو آهيان.

**ٽرگڻي مايا مون ۾ نتي وياپي اهيءَ کان اهو ٻچندو جيڪو منهنجي شرڻ ۾ ايندو پوءِ مون وٽ ـهن سنسار روپي ساگر مان ترڻ جو ڪو اُپاءُ**

ڪونهي. مها موڙهه ۽ پاپي جيڪي آهن ۽ منهنجي شرڻ ۾ نٿا اچن ۽ مايا ۾ ڀليا پيا آهن. هي ارجن! مايا انهن جو گيان ڀلائي ڇڏيو آهي ۽ اهي سدائين هيءَ هيءَ پيا ڪن. هي ارجن! **ڇهن پرڪارن جا پنج آتما آهن جي منهنجو سمرڻ ڪن ٿا. هڪڙا جگياسو گيان پاڻڻ لاءِ ۽ ٻيا ڪامنائن لاءِ ٿي اسان کي ڏن پٽ ملي انهيءَ لاءِ مونکي ياد ڪن ٿا. ٽيان روڳ مٽائڻ لاءِ ۽ چوٿان گياني ڀڄن ڪن ٿا. انهن سڀني ۾ گياني اُتم آهن ۽ سريشٽ آهن ست سروپ سوامي ابناسي سدائين سکن جي ٿيڻ وارو ۽ دکن کي ناس ڪرڻ وارو ڀريو آهي.** اهڙو جي ڀڄن ڪن ٿا ۽ منهنجي چرنن ۾ ڌيان رکن ٿا اهي گياني اُتم آهن ۽ گيانيءَ کي پيارو مان آهيان. هي ارجن! هي اِسترين جي منهنجو سمرڻ ڪن ٿيون انهن کي ٻه ٽون ٻرو نه سمجهه اهي ٻه تمام پنج آتما آهن جو ايشور جو ڀڄن ڪن ٿيون ٻر گياني منهنجي آتما آهن. انهن گيانين منهنجي ئي چرنن جو آسرو ورتو آهي انهن مونکي سڀني کان اُتم ڄاڻي ڪري مڃيو آهي. هي ارجن! جنهن گهڻن جنمن کان وٺي منهنجو ڀڄن ڪيو آهي تنهن جي بُڌ نرمل آهي ۽ انهن کي منهنجي ڄاڻڻ جو گيان ٿيو آهي. ڪهڙو گيان؟ سو ٻڌ. انهن کي سڀ ۾ ايشور ئي نظر اچي ٿو

حڪي مونکي ڇڏي ديوتائن ۾ مشغول ٿين ٿا. پوڄين ٿا
اهي جنهن جنهن ديوتا کي پوڄڻ ٿا ته مان انهن جي
هردي ۾ ويهي انهيءَ ديوتا لاءِ پڪو وشواس ڪرايان
ٿو. پوءِ اهي ماڻهو پريت ۽ شرڌا سان ديوتا جي پوڄا
ڪن ٿا ۽ مان ئي انهيءَ ديوتا ۾ ويهي ماڻهن کي وردان
ڏياريان ٿو. هي ارجن! ديوتائن جو ڏنل ور اُبناسي
نہ آهي ۽ **جن جي اڪل ٿوري پئي آهي، اهي
ديوتا جي پوڄا ڪن ٿا.** هاڻي ارجن! سو ٻڌ. **ديوتا
جي پوڄا وارا ديوتا جــي لوڪ ۾ وڃن ٿا.
منهنجا ڀڳت پرمانند ابناسي پد کي پراپت
ڪن ٿا.** سو ٻڌ. مان اُبناسي آهيان ڪنهن مونکي ڏٺو
ڪونهي ۽ ڪنهن ڄاتو بہ ڪونهي. پنهنجيءَ ڪلا ڪري
مان پورڻ آهيان ۽ جيڪي پڌ جا هيٺ آهن، اهي
مونکي ڪنهن ۾ نہ پولڪ نٿا ڄاڻن. اهي منهنجي پوم
پرتاپ کي نٿا سمجهن تہ مان ڪيڏو آهيان؟ هي ارجن
**ماڻهو ويچارا ڇا ڪن؟ انهن جو گمان منهنجيءَ
مايا ڍڪي ڇڏيو آهي. اها مايا انهن جو گيان
پرگهٽ ڪرڻ نٿي ڏئي.** هي ارجن! هڪڙو منهنجو
نالو ويدن ۾ جنهن پرش آهي تنهن جو ارٿ پڌ. پرهما
آد ڪان وٺي ڪيتريءَ ٿائين سڀ پوت پراڻي ٿيا آهن،
جيڪي هاڻي ٿيا آهن يا اڳي ٿي گذريا آهن ۽ جيڪي
پوءِ ٿيندا، انهن کي مان چڱيءَ ريت ڄاڻان ٿو. مونکي

هڪڙو تون تو ڄاڻين ٻيو ڪو نہ ٿو ڄاڻي. اُهي ڇو نٿا ڄاڻن؟ اِندرين جي ڀوڳن ۾ انهن جي ڪامنا آهي ۽ چڱيءَ شيءِ تي خوش ۽ خراب شيءِ ملڻ ڪري دکي ٿين ٿا. اهڙي هرکہ ۽ شوڪ جي ڪري موهہ ۾ ڦاسي مونکي نٿا سڃاڻن انهيءَ ڪري هر هر جمن ۽ مرن ٿا ۽ جن جا پاپ ناس ٿي ويا آهن سي اهڙا ڀڄ ڪرمي ٻرم ڀڄ آتما سنسار جي هرکہ، شوڪ، ڏکہ ۽ ڪليش کان مڪت ٿي ۽ منهنجي ڀروسي تي آهن اُهي منهنجي ڀڄن مان ڪهڙو لاڀ پائيندا سو ٻڌ. جنم مرڻ جي دکن کان ڇٽندا اُنهن جي من ۾ منهنجي سڃاڻڻ جو گيان پرگهٽ ٿيندو. اُهو ڪهڙو گيان؟ سو ٻڌ. اهي مونکي پورن برهم ڪري ٿا مڃين ۽ مونکي سڀ جو سوامي ڪري ٿا ڄاڻن. مونکي اٿين ڄاڻي ۽ انتڪال ۾ من جو نشچو مون ۾ رکي منهنجو ئي ڀڄن ڪن ٿا ۽ جڏهن ديهہ ڇڏين ٿا تڏهن اُهي پرش منهنجي پرمانند اُبناسي پد ۾ وڃي پراپت ٿين ٿا اٿين نشچي ڪري ڄاڻ.

## ٿـــالٿا پـــرج

جيڪي فقط منهنجو آسرو وٺن ٿا سي مايا کان تري پار پون ٿا. ڇهن قسمن جا منش منهنجو ڀڄن ڪن ٿــا دکي، جگياسو، ڌن جي چاهنا ڪندڙ ۽ گياني. انهن سڀني ۾ گياني سريشٽ آهــن. ديوتائن جــا پوڄاري

ديوتائن کي ئي پائين ٿا ۽ منهنجا ڀڳت مونکي پراپت ڪن ٿا.

## اِت شري ڀڳوت گيتا شري ڪرشن ارجن سنباديِ گيان وگيان يوگ نالي ستون اَڌياءُ پورو ٿيو.

## * ستين اڌياءَ جو مهاتم *

شري نارائڻ چوي ٿو ته هي لڇمي! گيتا جي ستين اَڌياءَ جو مهاتم ٻڌ. هڪ پٽل نالي نگر آهي اُتي شنڪو ڪرڻ نالي ماڻهو رهندو هو. هڪڙي ڏينهن واپارين سان گڏجي واپار ڪرڻ لاءِ ويو. رستي ۾ شنڪو ڪرڻ کي نانگ ڏنگيو ۽ مري ويو. سندس سنگتي اُنجو ڪرياڪرم ڪري اڳتي روانا ٿيا. جڏهن موٽي پنهنجي گهر آيا تڏهن شنڪو ڪرڻ جي پٽ پڇين ته منهنجو پتا ڪٿي آهي؟ اُنهن واپارين جيس ته رستي ۾ پٽهي کي نانگ ڏنگيو سو مري ويو ۽ پنهنجي پيءُ جو هي سامان وٺ ۽ اُنجي گتيءَ واسطي ڇيائونس ته ڌوُ اُوگتو ٿي مئو آهي. هڪڙي ڏينهن بالڪ خيال ڪيو ته جنهن نانگ منهنجي پتا کي ماريو آهي اُنکي مان ماريندس پوءِ وڃي واپارين کان پڇا ڪيائين ۽ ڄاڻائين ته اهو هند ڪلي مونکي ڏيکاريو. پوءِ واپارين ٻي وڃي اها جاءِ ڏيکاريس. ان جاءِ کي کوڏڻ سان

ڪونه لڳو. اُن مان وڌو نانگ نڪتو ۽ چيائين تہ تون منهنجو گهر ڇاڪاڻ ٿو ڪوٺين؟ تڏهن چوڪر چيس تہ مان شنڪو ڪرڻ جو پٽ آهيان. جنهن نانگ منهنجي پتا کي ماريو آهي مان اُنهيءَ کي ماريندس. تڏهن انهيءَ نانگ چيس تہ هي پٽ! مان تنهنجو پتا آهيان ۽ تون مونکي هن نيچ ديهہ کان ڇڏاءِ. اهو منهنجو اڳيون ڪرم آهي جو مان اُنکي ڀوڳيان ٿو. تڏهن ڇوڪري چيو تہ هي پتا! اهڙو ڪو اُپاءُ ڏسيو جنهن ڪري توهانجو موکہ ٿئي. تڏهن نانگ چيو تہ هي پٽ! ڪنهن گيتا جي پاٺ ڪندڙ بانيڻ کي گهر ۾ پوڄن ڪراءِ ۽ اُنجي شيوا ڪر ۽ اُنهن جي آسيس سان مان هن ديهہ کان ڇٽندس. انهيءَ شهر ۾ جيڪي بہ گيتا جا پاٺ ڪندڙ براهمڻ هئا تن سيني کان گيتا جي ستين آڌياءَ جو پاٺ ڪرايائين ۽ وينتي ڪري چوڻ لڳو تہ هي مها پرشو! توهان آسيس ڪريو تہ منهنجي پتا شنڪو ڪرڻ جو اُڌار ٿئي. تڏهن سيني برهمڻ پوڄن ڪري آسيس ڏنائونس ۽ انهيءَ مهل ئي اُنجو پتا انهيءَ نيچ ديهہ کان ڇٽي پيو ۽ ديوتائن جي ديهہ پاتائين ۽ وڃي وان ۾ چڙهي وئڪنٺ ڏي ويو. شري نارائڻ ٿو چوي تہ هي لڇمي! اهو گيتا جي ستين آڌياءَ جو مهاتم آهي جو تو ٻڌو.

**اِت شري ڀڳوت گيتا جي ستين اڌياءَ جو مهاتم پورو ٿيو.**

# اڌياءُ اٺون

## [ گيان وگيان يوگ ]

اَرجن شري ڪرشن ڀڳوان جا اهي وچن ٻڌي چوڻ لڳو تہ هي پرشوتم! توهانکي جو توهانجا ڀڳت برهم ڪري ٿا ڄاڻن سو برهم ڇا آهي؟ اَڌياتم ڇا آهي؟ ڪرم ڇا آهي؟ ۽ اَڌ ڀوت ڇا آهي؟ اَڌديو ڇا آهي؟ هي مڌسودن! اَڌ يگيہ ڇا آهي ۽ جيڪو توکي انت ڪال مهل اهڙو سمجهي ٿو انهيءَ جي گت



ڪهڙي ٿئي ٿي؟ انهن سڀني جو اُتر ڪرپا ڪري ٻڌايو. شري ڪرشن ڀڳوان چوڻ لڳو تہ هي اَرجن! مان سڀ ڪان پري ۽ اَبناسي آهيان. انهيءَ ڪري مون کي **برهم** چون ٿا. مونکي پنهنجي پرتاپ ڪري ئي پرتاپ آهي ۽ پنهنجي گيان ڪري ئي گيان آهي ۽ سڀني جو مان ايشور آهيان. انهيءَ ڪري منهنجو نالو **آڌياتم** آهي ۽ سڀني ڀوت پراڻين کي مان پيدا ڪريان ٿو ۽ جنهن جي مستڪ ۾ هيئن لکان ٿو نشٽ ٿئي ٿو ان کي **ڪرم** ڪري چون ٿا ۽ پنج ڀوت جي آڪاش، وايُو، اَگني، جل ۽ پرٿوي آهن تن جو ڪرتار آهيان

تنهن ڪري **آڌ ڀوت** منهنجو نالو آهي ۽ جيڪي ڪي ٽيڙو آهي تنهنجو ٻه ايشور آهيان ۽ سڀني ديوتائن جو ايشور آهيان انهيءَ ڪري منهنجو نالو **آڌ ديو** آهي. جيترا يگيه شرڌا سان ماڻهو ڪن ٿا، انهن ۾ ڦهرپائين منهنجي پوڄا ٿيندي آهي، انهيءَ ڪري منهنجو نالو آڌيگيه آهي. **انتڪال ۾ مونکي سڃاڻي جيڪو به ديهه ڇڏي ٿو سو منهنجي ڀاوَ کي پراپت ٿئي ٿو. ديهه ڇڏڻ مهل جو جنهن جو سمرڻ ڪريٿو سو تنهن کي وڃي پراپت ٿئي ٿو.** انهيءَ ڪري سڀ ڪنهن مهل منهنجو سمرڻ ڪر. ڇاڪاڻ ته هيءَ ديهه بي بقا آهي. خبر نه آهي ته ڪهڙي مهل وڃي. مون منجهه نسچل چيتو رکندين ته مونکي پراپت ٿيندين. انهيءَ ۾ ڪوئي سنسو ڪونهي جو منش مرڻ وقت نسچل من سان، ڀڳتيءَ ۾ ٻڌل ۽ يوگ جي ٻل سان چڱيءَ طرح پراڻ رکي، سرو گياني، آدي، سرجنهار، سوکم ۾ سوکم سڀني کي پاليندڙ اَگم روپ، سورج جهڙو تيجسوي، اگيان روپي اندڪار کان پري، اهڙيءَ طرح جو پورو سمرڻ ڪري ٿو سو ايشوري پرم پرش پراپت ڪري ٿو. جنهن کي ويدن جي ڄاڻڻ وارا اَبناسي چون ٿا ۽ جنهن ۾ نرموهي يوگي پراپت ٿين ٿا، جنهن جي ملڻ لاءِ برهمچاري برهمچريه رکن ٿا، تهيءَ پدويءَ جو مهاتم مان توکي ٿوري ۾ ٻڌايان ٿو.

هڪڙا ٻوڳي هن ريت ڌيهه لياڳ ڪن ٿا. هي جيڪي ڌيهه ۾ نو دروازا آهن ۽ اکيون، ٻه ڪن، ٻه نڪ جا سوراخ، وات ۽ ٻه ڳجها عضوا آهن تن کي بند ڪري ۽ من کي هردي ۾ نسچل ڪن ٿا ۽ پراڻن کي روڪي مٿي آڻين ٿا ۽ منهنجي نالي جو جاپ ڪن ٿا **"اوم"** انهيءَ نالي جو جاپ ڪن ٿا ۽ ڌيهه لياڳ ڪن ٿا، اهي منهنجي اَبناسي پد ۾ وڃي پراپت ٿين ٿا. هاڻي منهنجن ڀڳتن جا وستار ٻڌ. منهنجا ڀڳت من جو نسچل چيتو ٿون ۾ رکي **سمهندي جاڳندي، اُٿندي وهندي، من سان هري ڪرشن هري رام انهن نالن جو جاپ ڪن ٿا.** اهڙا جيڪي ٻوڳي آهن سي مونسان ملبا ٿيا آهن. اُهي مونکي ڦاٿبدا، ڇا ڦاٿيندا؟ ڌيهه کي لاڳي منهنجي پرم ڌام کي وڃي پراپت ٿيندا ۽ مونکي پائيندا. هي **سنسار دکن جو گهر آهي** ۽ انهيءَ ۾ مها مورک جي پرسڌ آهن سي منش جنم کي نه پائيندا. هي اَرجن! هي جبو برهم لوڪ تائين وڃي ورب موٽي اچي ٿو. هي اَرجن! جن پرش مونکي پاتو آهي اُهي ورب جنم مرڻ ۾ نٿا اچن. هي اَرجن! جن منهنجو مهاتم ٻڌو آهي اُهن جي نگاهه ڪوڙي آهي؟ چار جڳ سنجڳ، ترينا، دواپر ۽ ڪلجڳ اهي جڏهن هزار ڀيرا ٿي گذرن تڏهن برهم ڏينهن پورو ٿو ٿئي. اهڙا نسي ڀيرا اُهي چار جڳ گذرن تڏهن برهم

رات پوري ٿئي ٿي. ڄڳن جو ليکو ڏٺو. سترهان لک اٺاويهه هزار سالن جو ستڄڳ آهي، ٻارنهن لک ڇهانوي هزار سالن جو ترتيا ڄڳ آهي. اٺ لک چوهٺ هزار سالن جو دواپر ڄڳ آهي ۽ چار لک ٻٽيهه هزار سالن جو ڪلجڳ آهي. اهي چارئي ڄڳ ٿيناليهه لک ويهه هزار سالن جا آهن. جن منهنجو اَبناسي پرتاپ ڄاتو آهي انهن ڪي چار ڄڳ برهم ڏينهن ۽ چار پهر ماڻهن جو ڏينهن هڪ جهڙو آهي ڇو ته پنهنجي سمي انوسار برهم ڏينهن به ناس ٿو ٿئي ۽ ماڻهو به مري ٿو. انهيءَ ڪري جو نهڻ مرا چي ٿو سو اَوس ناس ٿو ٿئي. انهن مونکي ئي هڪ اَبناسي سمجهي مون ۾ پڪو وشواس رکيو آهي. هي اَرجن! منهنجو اَوگت سروپ آهي تنهن مان برهم ڏينهن ۾ سرشٽي پيدا ٿيندي آهي ۽ برهم رات جو منهنجي اَبناسي اَوگت سروپ ۾ لئه ٿيندي آهي.

هي اَرجن! هيءَ، ڀوت پراڻين جي جا چوراسي لک جوڻ آهي سا برهم ڏينهن ۾ اُتپت ٿئي ٿي ۽ برهم رات جو منهنجي اَوگت سروپ ۾ وڃي پوي ٿي، تنهنجي اَوگت سروپ سي ڪان پري آهي ۽ سناتن يا پراتن آهي ۽ سيني جي ناس ٿيڻ ڪري اهو ناس نٿو ٿئي. مان اهڙو ته اَبناسي آهيان جو ڪنهن مونکي ظاهر ڏٺو به ڪونهي. انهيءَ ڪري منهنجو نالو اَوگت آهي ۽ انهيءَ کي پرم گت به چوندا آهن. انهيءَ سان ملڻ ڪري وري سنسار ۾ نه ايندو. اهو پرم ڌام منهنجو

# * آٺين اڌياءَ جو مهاتم *

شري نارائڻ چوي ٿو تہ هي لڇمي! دکن ديس ۾ نربدا نديءَ جي ڪناري تي هڪڙو نگر آهي اُتي سرمان نالي هڪ برهمڻ رهندو هو. اُنهيءَ وٽ گهڻو ڀدارت هو ۽ سنتن جي سُوا بہ ڪندو هو. هڪڙي ڏينهن هڪڙي سنت کان پڇيائين تہ مونکي سنتان ڪونہ ٿو ٿئي، توهان ڪرپا ڪري ڪو اُپاءَ ڏسيو. سنت چيس تہ تون اَشومند يگيہ ڪر ۽ ديويءَ تي ٻل چاڙهہ تہ ديوي توکي پٽ ڏيندي. تڏهن اُنهيءَ برهمڻ يگيہ ڪرڻ لاءِ هڪڙو ٻڪر ورتو جڏهن يگيہ لاءِ اُنکي ڪهڻ لڳو تڏهن اهو ٻڪر کلڻ لڳو. برهمڻ پڇيو تہ اَڙي ٻڪر! تو ڪلهو چو؟ ٻڪر وراڻي ڏني تہ مونکي بہ اڳئين جنم ۾ سنتان ڪانہ هئي ۽ هڪڙي برهمڻ مونکي بہ اَشومند يگيہ ڪرڻ لاءِ چيو هو. مان ڇهلو ٻڪريءَ سوڌو ورتم ۽ ڇهلي کي ڪٽڻ تان هٿائي يگيہ ڪرڻ لڳس. تڏهن ٻڪريءَ چيو تہ هي برهمڻ! تون وڏو پاپي آهين. **اهو ڪڏهن ڪنهن ٻڌو آهي ڪو پرائي پٽ کي ماري ڪنهن پاڻ پٽ ورتو هجي.** تون پنهنجيءَ سنتان لاءِ منهنجي سنتان کي مارين ٿو. پر مون اهو ڇهلو نيٺ هوم ڪري ڇڏيو ۽ ٻڪريءَ مونکي سراپ ڏنو تہ تنهنجو گلو بہ اهڙيءَ ريت ڪٽبو. اهڙو چئي ٻڪري بہ ڦٿڪي مري واتي،

پوءِ ڪيترا ڏينهن گذريا ته منهنجو به مرڻ ٿيو ۽ جنم گهڻ ماريندا ذرمراء وٽ وٺي ويا. تڏهن ذرمراء حڪم ڏنو ته هنکي وڃي نرڪ ۾ وجهو هي وڏو پاپي آهي. نرڪ ڀوڳائي پوءِ باندر جي جون ڏنائين. جڏهن باندر جي جون ڇڏي تڏهن وري ڪتي جي جون پاتم. ڪتي جو جنم ڇڏي پوري گهوڙي جو جنم پاتم. انهيءَ گهوڙي کي هڪڙي ٺيبر ورتو. هڪڙي ڏينهن ٻه ڇوڪرا ۽ هڪڙي ڪنيا مونتي چڙهي شهر ۾ هلڻ لڳا. رستي ۾ هڪڙي هنڌ ڪپ هئي مان اُتي ڪپي پيس ۽ مٿان هو مارڻ لڳا. اُتي منهنجي ديهه ڇٽي. اهڙيءَ ريت گهٽائي جنم ڀوڳي هاڻي ڇيلي جو جنم پاتو اٿم. مون سمجهيو ته تو وٽ سڪ ڏسندس پر تون به ڪاتي ڪڍي مارڻ آيو آهين. تڏهن سسرمان چيو ته هي ڇيلا! تونکي پنهنجو سر پيارو آهي. جنهن پڪيءَ ڪي پٽر هڻجي ته هو پٽر لڳڻ ڪان اڳي اُڌامي ويندو آهي. هاڻي مان تونکي پنهنجي اکين ڏٺي ڳالهه ٻڌايان ٿو. ڪرڪيتر ۾ هڪڙو راجا سنان ڪرڻ آيو. اُنجو نالو چند سسرما هو. هن برهمڻ کان پڇيو ته گرهڻ ۾ ڇا دان ڪرڻ گهرجي؟ تڏهن برهمڻ چيو ته ڪارو پرک دان ڪر. تڏهن راجا ڪاري لوهه جو پرک ٺهرايو ۽ اُنجي اکين ۾ لال وجهايائين ۽ سون جا زيور پاتائينس. اهڙي ريت پرک تيار ڪرائي راجا سنان ڪري دان ڪرڻ هليو. اهو ڪارو پرک ٿهه ٿهه ڪري کلڻ لڳو. راجا اُنکي اُئين کلندو ڏسي

ڏکي ويو ۽ حوڻ لڳو تہ ڏاڍو ڪو اُوکڻ لبو آهي جو ڪارو ٻرڪ ڪاي ٿو. لڏهن واجا وري اُنکي دان ڪرڻ حو ويچار ڪيو تہ ڪارو ٻرڪ وري ڪلڻ لڳو ۽ الي هڪ ٻنل برهمڻ کي ڏسي چوڻ لڳو تہ هي برهمڻ! لون مونکي ولندين؟ برهمڻ چيو تہ او حوڙا مون گهڻي ئي دان ورتا آهن ۽ پڻ چوڻ لڳو تہ هيڪو ڪڻ مون منجهہ آهي سو مان ئي حاڻان ٿو. لڏهن وري بہ ڪارو ٻرڪ ٿهہ ٿهہ ڪري کلڻو. لڏهن برهمڻ گيتا حي اُلبن اُڌياءِ جو پاٺ ڪيو ۽ اهو پاٺ انهيءَ ٻرڪ ٻڌو اُنجي ديهہ پلٽڻ لڳي. برهمڻ پاڻيءَ حي اُنجلي اُنجي مٿان وڌي. حل جي بوڻ سان اُنجي ديهہ جتي ۽ ديوتائن حي ديهہ پائي ووان بہ چڙهي ولڪسڪ ڏي ويو لڏهن واجا چيو تہ هي برهمڻ! مونکي بہ هن ديهہ کان ڇڏاءِ لڏهن اُنهيءَ برهمڻ چيو تہ مان ويد پالي آهيان ۽ هن شهر بہ هڪڙو ساڌو گيتا پائي آهي انهيءَ ساڌوءَ کان لون گبنا حو اُلون اُڌياءِ ٻڌي مڪتيءَ کي پراپت ٿيندين. لبڪ ان جڏهن گيتا جو اُلون اُڌياءِ ٻڌو اڏهن مڪتيءَ کي پراپت ٿيو ۽ برهمڻ کي چيائين تہ لون بہ هميشهہ گيتا جي اُلبن اُڌياءِ جو پاٺ ڪر تہ لنهنجو بہ اُڌار ٿيندو. پوءِ اهو برهمڻ گيتا حي اُلبن اُڌياءِ جو پاٺ ڪرڻ لڳو ۽ اُنجو بہ اُڌار ٿيو. شري ناراڻ ٿو چوي تہ هي لڇمي! اهو گيتا جي اُلبن اُڌياءِ جو مهاتم آهي.

**اِتي شري ڀڳوت گيتا جي اُلبن اُڌياءِ جو مهاتم پورو ٿيو.**

# آڌياءِ نائون

## [راج وديا راج گهيه يوگ]

شري ڪرشن ڀڳوان ارجن کي چوڻ لڳو ته هي ارجن!



مان توکي ڳجهي کان ڳجهو
گيان ٻڌايان ٿو جو تون منهن
جي وچن جي نندا نه ڪندو
آهين ۽ سَت ڪري
مڃيندو آهين. انهيءَ ڪري
توکي ٻڌايان ٿو. جنهن گيان
جي ڄاڻڻ ڪري سنسار ۾
ڪشٽ ڏيندڙ جو جنم مرڻ
آهي. انهيءَ کان مڪت ٿيندين
جنهن گيان جي ڄاڻڻ ڪري سنسار کان نيارو رهندين
۽ جيتريون به وديائون آهن ۽ ڳجهيون آهن تن جو هي
گيان راجا آهي ۽ اتم کان اتم آهي ۽ پوتر کان پوتر آهي
۽ اکر پرک آهي جو ڪنهن جي چوڻ سان ڇپو نٿو وڃي
سو پرتڪ ڏيکاري ڏيندو ۽ گيان جي ڄاڻڻ ڪري ابياسي
ٻرڪ کي پانجي سو آهڙو گيان جو آهي تنهن کي جيڪو
پائي ٿو تنهن جي ڳالهه ٻڌ. هي ارجن! اهڙي گيان جي
ڄاڻڻ کانسواءِ جيڪو ديه ڇڏي ٿو سو هر هر سنسار
. جمي ۽ مري ٿو. هي ارجن! ٻيو ٻڌ. جنهن گيان
جي مهما آڳي ڇڻي آتم سا ٻڌ. هي ارجن! مدهنجو جو

آويڪت سروپ آهي اُنهيءَ مان سارو سنسار اُتپت ٿيو
آهي ۽ بهو جو وراٽ سروپ آهي اُنهيءَ ۾ برهما آد
کان وٺي ڪيڙيءَ تائين سڀ وياپت آهن. ڪيڏيءَ ريت
وياپت آهن؟ جيئن وڏي وڻ ۾ هزارين پکي وهندا آهن
تيئن وڏي وراٽ ۾ سڀ لوڪ وياپت آهن ۽ سڀني جي
آتمائن ۾ رام مان آهيان ۽ هڪڙي انگ ۾ تنهنجي رٿ
لي اوسان نه سڀ ڪمل ڪريان ٿو. ڏس هي ارجن!
مان توکي پنهنجي مهما ۽ پرتاپ ٻڌايو آهي ۽ سڀني
جي اُتپت ۽ ناس ڪرڻ وارو مان آهيان ۽ سڀ کان
نيارو به مان آهيان ۽ سڀني ڀوت پراڻين جو آتما رام به
مان آهيان. هي ارجن! سڀ ڳالهه مون توکي ٻڌائي
آهي ۽ نيارو ڪيئن آهيان سو ٻڌ. جيئن هوا سدائين
آڪاش ۾ رهي ٿي پر هوا آڪاش سان لڳي نٿي تيئن
سڀ ڀوت پراڻي مون مان اُتپت ٿيا آهن ۽ مون منجهه
ٿي رهن ٿا، سڀني ۾ مان آهيان پر سڀني کان نيارو به
آهيان. هي ارجن! جڏهن هي سنسار پورو ٿئي ٿو
تڏهن منهنجي جڳا مايا آهي تنهن ۾ وڃي لٿ ٿئي
ٿو. هي ارجن! مايا ۽ سنسار جي آد مان آهيان ۽
وري به سنسار کي مان بڻايان ٿو ۽ منهنجي جا مايا آهي
اُنهيءَ ۾ هر هر سنسار کي اُتپت ڪريان ٿو ۽ پالنا به
ڪريان ٿو ۽ پرلئه به ڪريان ٿو. هيءَ جا چوراسي لک
جوڻ آهي سا پنهنجي وس نه آهي اها مايا جي وس
آهي. هي ارجن! ٻيو ٻڌ. مان سنسار کي اُتپت ڪريان

تو ۽ وري ناس به ڪريان ٿو سو انهيءَ ڪرم ڪرڻ جو
مونکي دوش ڪونهي ڇو ته مان ڪنهن ۾ به موه ۽
لالچ نٿو رکان. مان موه کان پري آهيان، اُداسي آهيان
انهيءَ ڪري مونکي ڪو به بندڻ ٻڌي نٿو سگهي.
هي اَرجن! منهنجيءَ آسيس ڪري تون به نيارو ٿيءُ.
هي اَرجن! ٻيو ٻڌ. هيءَ منهنجي مايا جا آهي سا
سيني کي اُتپت ڪري ٿي ٻيو ڪنهن به قسم جو ڪارڻ
تون سنسار ۾ اُتپت ٿيڻ جو نه سمجهه اهڙو ايشور مان
آهيان. هي اَرجن! هي جيڪي ديهه ڌاري منش آهن
اهي توريءَ ٻڌ وارا مورک اَگياني مونکي سمجهن نٿا
ته شري ڪرشن ڀڳوان اهڙو ايشور آهي. توريءَ ٻڌ
وارا جيو مونکي نٿا سڃاڻن ته مان ڪهڙو آهيان. سيني
ڀوت پراڻين جو ايشور مان آهيان جيڪي اهڙو نٿا
ڄاڻن اُهي ڪهڙو ڦل ٿا پائين سو ٻڌ. انهن جون آشائون
سڀ اَجايون وڃن ٿيون. جيڪي به شڀ ڪرم ۽ دان
پڃ ڪن ٿا اُهي اُنهن جا اَجايا وڃن ٿا. اهي وري
ڪهڙا آهن؟ راڪسن جهڙا انهن جا سڀاءَ آهن. اُهي
منهنجي مايا ۾ موهيل مونکي نٿا ڄاڻن. هي اَرجن!
جيڪي چڱا پرش مهاتما منهنجو سمرن ڪن ٿا اُهي
ڪهڙا آهن؟ اُنهن جا ديوتائن جهڙا سڀاءَ آهن ۽ مونکي
سڃاڻي ڀڄن ڪن ٿا. ڪهڙي ريت ڀڄن سڃاڻي ڪن
ٿا؟ شري ڪرشن سڀ جي آد آهي ۽ اَبناسي آهي
اَهڙو مونکي سڃاڻي ڪري ڀڄن ڪن ٿا هاڻي ڀڄن

حي ڀاري ۾ ٻڌ. منهنجي ڀڳتا مهما آهي اُنهيءَ کي
ڳائين ٿا ۽ پڙهن ٿا ۽ ڪٿا ڪيرتن ڪن ٿا ۽ پورن
وشواس سان منهنجي پوڄا ڪن ٿا ۽ هر هر مون کي
هٿ ٻڌي نمسڪار ڪن ٿا. اهڙيءَ ريت منهنجو ڀڄن
ڪن ٿا. ٻيا جڪي گياني ڀڳت منهنجا آهن سي ڪهڙي
ريت ٿا ياد ڪن؟ اُهي گياني مونکي سڃاڻن ٿا تہ
هڪڙو ئي پرميشور پار برهم آهي جو گهڻا روپ ڪري
پکڙيل آهي ۽ اُهي اُن منهنجو ڀڄن ڪن ٿا ٻيو ڪو
ڀيد نٿا ڄاڻن هڪڙو ئي ڄاڻن ٿا. هي اَرجن! ڪرم بہ
مان آهيان ۽ يگيہ بہ مان آهيان، پوڪرلي بہ مان آهيان.
"سواها" اُهي وچن چئي جڪي باهہ ۾ هوم ڪجي
ٿو سو اُهي وچن بہ مان آهيان. جيڪي بہ اَن آهن
اُهي بہ مان آهيان ۽ يگيہ ۾ جيڪي منتر پڙهجن ٿا سي بہ
مان آهيان. ورڌانا بہ مان آهيان ۽ ويدن ۾ جو اونڪار
آهي سو بہ مان آهيان. رگويد، يجرويد، سام ويد ۽
اٿرويد، اِهي چار ويد بہ مان آهيان ۽ سڀ جي مڪتي
ڏيڻ وارو بہ مان آهيان، سمهڻ جي جاءِ بہ مان آهيان
۽ سڀني کي ناس بہ مان ٿو ڪريان ۽ سڀ کي اُتپت
بہ مان ٿو ڪريان ۽ هيءَ سڀ لئہ بہ مون ۾ ٿين ٿا،
سڀني ڳالهين ڪري مان پورڻ آهيان سڀني جو اساسي
بہ مان آهيان. سورج ٿي مان تپان ٿو ۽ پوڻ بہ مان
ڪريان ٿو ۽ مون ئي ديوتائن کي اَمر ڪيو آهي ۽ آد
ڪان وٺي جيڪي بہ ماڻهن جون ديهون آهن انهنکي

مون ني ڪال حوالي ڪيو آهي. هي اَرجن! اهڙيءَ
ريت جيڪو مونکي پوڄي ٿو تنهن جا پاپ هڪدم
ناس ٿين ٿا ۽ جيڪي پراڻي يگيه ڪري سرڳ جي ڪامنا
رکن ٿا اهي پنهنجي پڃن جيترا سرڳ جا ڀوڳ ڀوڳين
ٿا، جڏهن سندن سڀ پڃ ناس ٿين ٿا تڏهن سرڳ مان
هيٺ ڪري مِرتيو لوڪ ۾ اچي جنم پائين ٿا. جي اهڙيءَ
ريت ڪامنا ڪري يگيه ڪن ٿا اهي سرڳ جا ڀوڳ
ڀوڳي وري گرڀ ۾ اچن ٿا ۽ دک سک ڀوڳين ٿا. هي
اَرجن! منهنجن ڀڳتن جي ڳالهه ٻڌ. منهنجا ڀڳت من
جو پورن وشواس مون منجهه رکي هر هر منهنجو سمرن
ڪيا ڪن. مان انهن جي سک واسطي ۽ ڏکن ٽارڻ لاءِ
انهن جا چار ئي پاسا پيو ڏسان جيئن شاهوڪار جي
گهر لي چوڪيدار ڦرندو آهي تيئن مان انهن جي پٺيان
ڦرندو آهيان. هي اَرجن! تون جو منهنجو ڀڳت آهين
تنهن ڪري تنهنجي ديهه جي ٻه رکيا ٿو ڪريان ۽ ڏس
نه ڪيئن تنهنجي رٿ جي به رکيا ٿو ڪريان ۽ پنهنجي
مهما ڪري تنهنجي من کي پنهنجو پاڻ سان نسچل ٿو
ڪريان. ڀير ۽ پريت سان تنهنجي رٿ جا گهوڙا ٿو
تو ٻڌان. **اهڙيءَ ريت مان ڀڳتن جي وس آهيان.**
هي اَرجن! جيئن تنهنجي اَڌين آهيان تيئن ڪنهن
سان نه آهيان. هي اَرجن! **جيڪي مونکي ڇڏي**
**ٻئي ڪنهن ديوتا جي پوڄا ڪن ٿا اهي ڀلهل**

**آهن.** هي اَرجن! سڀني ڀڳتن ۾ ڀوڳڻ وارو مان آهيان ۽ سڀني ڀڳتن جو ايشور مان آهيان. جي مونکي اڻڙو ايشور نٿا سمجهن اهي جنم ۽ مرڻ ۾ ٿا. هي اَرجن! هاڻي نياءَ جي ڳالهه ٻڌ. **جيڪي ديوتائن جي پوڄا ڪرڻ وارا آهن اُهي ديوتائن جي لوڪ ۾ وڃن ٿا ۽ پترن جي پوڄا ڪرڻ وارا آهن اُهي پترن جي لوڪ ۾ وڃن ٿا ۽ جيڪي مون پار برهم کي پوڄن ٿا اُهي مونکي اچي ملن ٿا.** منهنجا ڀڳت پريت رکي پن، ڦل، ڦل ۽ پاڻي وجهن ٿا سو مان ڀڳتن جو ڏنل پريم سان وٺان ٿو. هي اَرجن! جيڪي تون ڪائين سو مونکي ارپڻ ڪر سو انهيءَ جو ڦل ڇا پائيندين، سنسار جي جڳن ۽ مدن ڪرمن جو ڦل جو دک ۽ سک آهي تنهن کي ڇڏي مڪتي پائيندين. هي اَرجن! مان پوت پراڻين سان ڪهڙيءَ طرح آهيان؟ ڪنهن نه ديوتا جو ڀڳت سان موهه ڪونهي پر منهنجو ڀڳت، جو منهنجو ڀڄن ڪري ٿو مان نه وري اُنجو ڀڄن ڪريان ٿو. هي اَرجن! ٻيو ٻڌ. جيڪو اَگياني پاپي آهي سو جيڪڏهن ڪنهن ميل پريم سان منهنجي يادگيري ڪري ٿو ۽ جوي ٿو ته **هي شري ڪرشن ڀڳوان! مان جهڙو آهيان تهڙو تنهنجي شرن آيو آهيان ۽ مان تنهنجو داس آهيان.** هي اَرجن! انهيءَ کي نه اوڻ ستت ڪري ڄاڻ. هي اَرجن! منهنجي

ڀڳتي جـي اڳيان پاپ ڪهڙي شيءِ آهي؟ **جيئن ڪاٺين جي ڍڳ کي باهه ساڙي ناس ڪندي آهي تيئن منهنجو ڀڳتي به پاپن کي ساڙي ناس ڪري ڇڏي** ٿو ۽ انهيءَ مهل ئي ڌرماتما ٿئي ٿو ۽ شانت پد کي پائي ٿو. هي ارجن! **مانڪه ديهه توکي ملي آهي انهيءَ ديهه ۾ منهنجو سمرن ڪر.** هي ارجن! **هاڻي مانڪه ديهه جو بيان ٻڌ.** مانڪا ديهه ڪهڙي آهي جا سدائين نه آهي. ناس ٿيڻ واري آهي جا ڪنهن به مهل ناس ٿي وڃي ٿي ۽ رت پوڻ جو گهر آهي. هڏا ۽ ماس پيو جيڪي به آهي اهي سڀ اُشڌ آهن. اهي نه مانڪا ديهه جا اوگڻ آهن. هاڻي هن ديهه جا گڻ ٻڌ. جڏهن هيءَ جيءُ ڀٽڪندو ڀٽڪندو مانڪا ديهه ۾ اچي ٿو تڏهن منهنجي سياڻڻ جو گيان پائي ٿو ۽ مونکي سياڻي منهنجو ڀڳتي ڪري ٿو ۽ منهنجي ڀڳتي ڪري اُبناسي پد پائي ٿو. منهنجي پد کي سياڻڻ واري هيءَ مانڪا ديهه ئي آهي. اها ته هنجي مهما چيم. انهيءَ ڪري هي ارجن! هيءَ مانڪا ديهه توکي ملي آهي انهيءَ ۾ تون منهنجو ڀڳتي ڪر ۽ من جو نسچو مون ۾ رک. منهنجو ڀڳت ٿيءُ. منهنجي پوڄا ڪر ۽ مونکي نمسڪار ڪر ۽ هن ريت منهنجو سمرڻ ڪر **"اوم نمو ڀڳوتي واسديوايه نمهه"** انهيءَ ڀڳتي ڪري مونکي اهين ملندين جيئن پاڻيءَ سان پاڻي ملي

ويندو آهي. انهيءَ ريت موننسان ملي هڪ ٿي ويندين.
”اوم نمو نارائڻ“ اهو ۽ منهنجو منتر آهي.

## تات پرج

هي آرجن! جيڪو ماڻهو شڌ چت رکي، سچي ڀاونا سان موتکي ڪهه اَرپڻ ڪري ٿو سو مان برهم سان ولان ٿو. مانڪا ديهه ڇڪا لوڪي ملي آهي اُن بر ٿون منهنجو سمرڻ ڪر. جيئن باهه ڪاٺين کي ساڙي ناس ڪندي آهي تئن منهنجو ڀڄن پاپن کي ساڙي ناس ڪندو آهي. تنهن ڪري هو وقت منهنجو نئي ڀڄن ڪر.

## اِت شري ڀڳوت گيتا شري ڪرشن ارجن سنبادي راج وديا راج گهه يوگ نالي ناٿون اڌياءُ پورو ٿيو.

## * ناٿين اڌياءُ جو مهاتم *

شري نارائڻ چوي ٿو ته هي لڇمي! دکن ديس ۾ پاو سرما نالي هڪ شودر رهندو هو. هو ڏاڍو پاپي هو. ڏهاڙي شراب ۽ ماس کائيندو هو ۽ جوئا ڪندو هو ۽ چوري به ڪندو هو ۽ پراين استرين سان سنگ ڪندو هو. هڪڙي ڏينهن شراب پيئندي پيئندي مري ويو ۽ رجي برهمه ٿيو. هڪڙو برهمڻ به انهيءَ شهر ۾ رهندو هو. هو ڏينهن جو شهر مان ڀکيا ڪري اچي پنهنجي استريءَ کي ڏيندو هو پر انجي استري

ڏاڍي نرڌ ٿيا هئي، هوءَ ڪڏهن ٻه دان پڇ نه ڪندي
هئي ۽ مئي ڪانپوءِ وڃي ڀوتڻا ٿي. سمي ڀاڻان بره
ٻه مري وڃي ڀوت ٿيو. هڪڙي ڏينهن ڀوتڻا پنهنجي
مڙس ڀوت کان پڇيو ته توکي پنهنجي اڳئين جنم جي
خبر آهي؟
تڏهن ان جي مڙس ڀوت چيو ته هائو مونکي خبر
آهي. مان اڳئين جنم ۾ برهمڻ هوس.
تڏهن ڀوتڻا چيو ته تو اڳئين جنم ۾ ڪهڙو پڇ ڪيو
هو جنهن ڪري توکي اڳئين جنم جي خبر ٿي پوي.
تڏهن ڀوت چيو ته مون اڳئين جنم ۾ گيتا جو اڌ
شلوڪ ٻڌو هو. تڏهن وري ڀوتڻا چيو ته اها گيتا ڇا
آهي ۽ اڌ شلوڪ جو ارٿ ڇا آهي جنهن جي ٻڌڻ
ڪري توکي اڳئين جنم جي خبر ٿي پوي. تڏهن ڀوت
چيو ته مون ٻيو ڪو ٻه پڇ ڪونه ڪيو آهي. هڪڙي
ڏينهن ارجن شري ڪرشن ڀڳوان کي چيو ته هي ڀڳوان!
جيڪي گيتا جي نائين آڌ ياءَ ۾ لکيل آهي سو مونکي
ٻڌايو. جو مون ٻڌو هيو، اهي ٽي ڳالهيون ڀوتڻا پڇيون
جي ڀوت ٻڌايس. انهيءَ ڳالهين ڪندي اهو برات
نڪري آيو. تڏهن انهيءَ چيو تـه هي ڀوتڻا! تون اهي
ٽي ڳالهيون وري ڀوت کان پڇ. تڏهن ڀوتڻا وري
پنهنجي مڙس کان پڇيو ته اها گيتا ڇا آهي، اڌ شلوڪ
جو ارٿ ڇا آهي ۽ اهو ڪرم ڪهڙو هـو جنهن جي
ڪري اڳئين جنم جي توکي خبر ٿي پوي؟ ڀوت اهي

ني ڳالهيون وڌني ٻڌايون ته اتري ۾ انهن ڪهي جي ديهه ڇڏي ۽ انهيءَ محل ني ديوتائن جي ديهه ڌاري روان ۾ چڙهي ولڪنٺ ڏانهن روانا ٿيا. وڃندي وڃندي رستي ۾ ديوتائن روڪي ڇڏيو ۽ چوڻ لڳو ته لوهان اهڙو ڪهڙو پاپ ڪيو آهي جنهن ڪري اهڙو جلد ۽ ڪو ولڪنٺ ڏي ٿا وڃو؟ ليڪن ڪو سٺان ورس، لمبا ۽ دان انهن مان لوهان کو به پاپ ڪونه ڪيو آهي جنهن ڪري هي ڦل لوهان کي مليو ۽ لڪا شري نارائڻ ڀڳوان جي ڀڳتي ڪئي الو. لوهان ڪهڙي پاپ ڪري ولڪنٺ ٿا وڃو؟ لڏهن انهن چيو ته اسان هڪڙي برهمڻ کان گيتا جو اڌ شلوڪ ٻڌو آهي ان جي پرتاپ ڪري اسان ولڪنٺ ٿا وڃون. لڏهن ديوتائن ٻڌي چيو ته گيتا جو اهڙو پرتاپ آهي جنهن جي ڪري اهڙا نيچ جوڻ وارا به مڪتيءَ کي پائين ٿا. هو ٻئي وڃي ولڪنٺ پهتا. شري نارائڻ لو چوي ته هي لڇمي! اهو گيتا جي نائين اَڌياءِ جو مهاتم آهي.

## اِت شري ڀڳوت گيتا جي نائين اڌياءَ جو مهاتم پورو ٿيو.

# ادياءُ ڏهون

## [ وڀوتي يوگ ]

شري ڪرشن ڀڳوان چوي ٿو تہ هي ارجن! تون منهنجا پرم وچن ٻڌ. انهيءَ لاءِ تہ توکي ٻڌڻ جي ڏاڍي سڪ آهي سو مان تنهنجي ڪلياڻ لاءِ چوان ٿو. هي ارجن! جيڪا منهنجي مهما آهي ۽ پرتاپ آهي انهيءَ کي تون چڱيءَ ريت ڄاڻين ٿو. مان سڀني ديوتائن جي آد آهيان هي سڀ ديوتا مون مان پيدا



ٿيا آهن ۽ منهنجو ئي روپ آهن. ڇو تہ هيءَ ڳالهہ پرسڌ آهي تہ جيڪو جنهن مان پيدا ٿئي ٿو سو پيدا ڪرڻ واري جي ڳالهہ ڪيئن ڪندو. جيئن باغيچي منجهہ مالهي وڻ پوکي ٿو تہ انهن وڻن کي مالهيءَ جي کهڙي خبر پوندي تيئن پٽ کي پيءُ جي جمڻ جي ڪيئن خبر پوندي؟ رشي مني جو منهنجو پرتاپ نٿا ڄاڻن سو پرتاپ ٻڌ. مان جمڻ مرڻ کان پري آهيان، مان سڀني جو ايشور آهيان، جيڪو مونکي اهڙو ڄاڻي ٿو سو گياني پرش سڀني پاپن کان مڪت ٿئي ٿو. هي ارجن! ٻيو ٻڌ. گيان، نرموهتا، ڪميا، سچ ڳالهائڻ،

اندريون جيتڻ، سک دک، هئڻ نہ هئڻ، ترپتي، هڪ رس ٿيڻ، تپسيا، دان، جس، نندا، ڪوڙ اهي سڀ ڀانيون ماڻهن ۾ آهن. هي آرجن! مان انهن ڪان پري آهيان جنهن ويت مان سڀ کي پيدا ڪريان ٿو سو ٻڌ. مان جو وشنو ڀڳوان نارائڻ آهيان سو منهنجي ناڀ ڪنول مان برهما پيدا ٿيو. برهما جي اڳيا سان ست رشي ۽ چار منو پيدا ٿيا. ستن رشين ۽ چئن منن مان ديوتائون ۽ ديوتائن مان ماڻهو ۽ ماڻهن مان راڪس، دئيت ۽ ٻيا پرجا پيدا ٿي. هي آرجن! سارو ئي سنسار انيڪ پرڪارن ۾ ئي وڌيو آهي انهن سڀني جو ڪرتا ٿون مونکي ڄاڻ. جيڪي مونکي اهڙو سمجهن ٿا اُنهن کي نسچل يوگ ملي ٿو. اهيءَ ۾ ڪوئي شڪ نہ آهي. هي آرجن! مان ڪيئن وانگر آهيان ۽ ڪيئن هيڪڙهن باسڻ ناهيندو نہ مٽي زمين مان آٿيندو. جيڪڏهن مٽي زمين مان نہ آٿي نہ باسڻ ڪڏهن نہ ناهي سگهندو مان ڪهڙو آهيان؟ هيءَ جيڪا سرشٽي ناهيان ٿو سا ٻاڻ مان ئي ناهيان ٿو. منهنجا ڀڳت منهنجي اهڙيءَ شردا سان منهنجو پوڄن ڪن ٿا. هي آرجن! من جو نسچل چتو مون ۾ رکن ٿا. هي آرجن! منهنجيءَ پريت ۾ پراڻ ڏين ٿا ۽ سنسار جو ڪو بہ خيال انهيءَ ڪونهي ۽ ايڪانت ۾ منهنجو سمرن ڪن ٿا ۽ ڪٿا ڪيرتن ٻڌن ٿا. جيڪي منهنجي ڪٿا ٻڌن ٿا، انهن ۾ مان ٻاڻ وڃي وهان ٿو. اهي منهنجي ڪٿا ٻڌي شانت سک پائين ٿا

۽ پريت سان منهنجو ڀڄن ڪن ٿا ۽ مان انهن کي ٻڌ
يوگ دان ڪريان ٿو سو ٻڌ يوگ ڪهڙو آهي؟ جنهن
کي پائي مونکي اچي ملن ٿا. هي ارجن! انهن تي مان
ٻي ۽ ڪرپا ڪريان ٿو سا ڪهڙي؟ انهن جي هردي
۾ گيان جو ڏيئو ٻاري روشن ڪريان ٿو. انهيءَ روشنائيءَ
ڪري انهن جي جيڪو ٻڌ جو ناس ٿئي ٿو. جيو ٻڌ چا
کي ٿو چئجي سو ٻـڌ. ڪڏهن خوش ٿيڻ ۽ ڪڏهن
رنج ٿيڻ اهڙي ٻڌ سدن ناس ٿي ويندي آهي. اهي
وچن ٻڌي ارجن چوڻ لڳو ته هي شري ڪرشن ڀڳوان!
تون پار برهم آهين. هي پريو! تون تيجسوي آهين ۽
وئڪنٺ ڌام تنهنجو گهر آهي. تون پوتر آهين چاڪاڻ
جو تنهنجن چرنن مان شري گنگا ڪان وڻي پيا تيرٿ
نڪتا آهن جي سڀ کي پوتر ڪن ٿا. تون سڀ ۾
وياپڪ آهين، آد ڪان آد آهين ۽ ڄڄهو آهين ڪنهن
ٻـ توکي ڏنو ڪونهي، توهان سڀني کي ڏنو آهي.
توهين سڀني ديوتائن جا ديو آهيو، جنم مرڻ کان
پري آهيو ۽ سڀني جا ايشور آهيو. هي پريو! جنهن
جي جيتري ٻڌي آهي اهو اوتري توهانجي مهما ڳائي
ٿو پر جيتري توهانجي مهما ۽ پرتاپ آهي انهيءَ کي
نڪو ديوتا نڪو رشي مني نڪو پيا ڄاڻڻ وارا آهن.
هي پريو! پنهنجيءَ مهما کي توهان پاڻ ئي ڄاڻڻ وارا
آهيو. توهان ڪهڙا آهيو؟ هي پريو! توهان پنهنجيءَ
شڪتيءَ سان سڀ ڪنهن ريت ڄاڻو ٿا ۽ پنهنجو پرتاپ

**ﭼﻴﺘن** آءُ آهيان، رڊرن ۾ **شنڪر** آءُ آهيان، يڪس ۽ راڪسن ۾ **ڪبير** آءُ آهيان، وسن ۾ **اگني** آءُ آهيان، پربتن ۾ **ميرو پربت** آءُ آهيان، هي پارٿ! پروهتن ۾ مکيه **ورهسپتي** آءُ آهيان، سيناپتين ۾ **ڪارتڪ سوامي** آءُ آهيان، سرورن ۾ **ساگر** آءُ آهيان، مها رشين ۾ **ڀرگو** آءُ آهيان، شبدن ۾ هڪ اکر **اوم** آءُ آهيان، يگين ۾ **جپ يگيه** آءُ آهيان، اچل (بيٺل) پدارٿن ۾ **هماليه** آءُ آهيان، سڀني وڻن ۾ **پپل** آءُ آهيان، ديو رشين ۾ **نارد** آءُ آهيان، سڌن ۾ **ڪپل مني** آءُ آهيان، هاٿين ۾ **ائراوت** آءُ آهيان، مڏشن ۾ **راجا** آءُ آهيان ناڳن ۾ **شيش ناڳ** آءُ آهيان، جل پراڻين ۾ **ورن** آءُ آهيان، پترن ۾ **ارجمان** آءُ آهيان، سزا ڏيندڙن ۾ **جم** آءُ آهيان، دئيتن ۾ **پرهلاد** آءُ آهيان، ڳڻپ ڪندڙن ۾ **ڪال** آءُ آهيان، پسن ۾ **شينهن** آءُ آهيان، پکين ۾ **گرڙ** آءُ آهيان، پوتر ڪندڙن ۾ **هوا** آءُ، هٿيار ڌاريندڙن ۾ **پرسرام** آءُ، مڇين ۾ **مانگر مڇ** آءُ، ندين ۾ **گنگا ندي** آءُ، هي ارجن! سرشٽن جي آد، انت ۽ وچ آءُ، ودياڻن ۾ **اڌياتمڪ وديا** آءُ، واد وواد ڪندڙن ۾ **واد** آءُ، اکرن ۾ **الف** (ايشور) آءُ، ابناسي ڪال آءُ آهيان ۽ سرو وياپي پاليندڙ پڻ آءُ، سڀني کي ماريندڙ **ڪال** آءُ، جيڪي اُٿڻ تيڻو آهي تنهن جي اُپٽي جو ڪارڻ آءُ، ناري جاتيءَ جي نالن ۾ **ڪيرتي** لڇمي، واڻي، سمرتي، بڌي، ڌيرج ۽

ڪڻبا آءٌ، سام ويد (منترن) ۾ **برهت** (وڏو منتر)
آءٌ، ڇندن ۾ **گايتري** ڇند آءٌ، مهينن ۾ **مگهري** آءٌ،
مندن ۾ **بسنت** آءٌ، ڇل ڪندڙن ۾ **ڇل** آءٌ، تيجسوين
جو **تيج** آءٌ، **جيءُ** آءٌ، **نسچو** آءٌ، سچي ڀاوَ وارن جي
**سچائي** آءٌ، يادون ۾ **واسديو** آءٌ، پانڊون ۾ **ارجن**
آءٌ، منين ۾ **وياس** آءٌ، ڪوين ۾ **اُشنا شُڪر** آءٌ،
راڄائن جو ڏنڊ آءٌ، جئه ملهندڙن جي اِڇا واري **راڄ
نيتي** آءٌ، ڳجهه ڳالهه رکڻ لاءِ **ماٺ** آءٌ، گيانين جو
**گيان** آءٌ آهيان.

هي اَرجن! سڀني پراڻين جو ٻج آءٌ آهيان؛ اهڙي
ڪا به شيءِ ڪانهي جا مونکان سواءِ رهي سگهي. هي
شترن جا ڏهڪائو! منهنجي عجيب وڀوتين جو انت
ڪونهي. هي تہ پنهنجين وڀوتين جو فقط ٿورو وستار
ٻڌايو اٿيمانءِ. آءٌ تہ رڳو پنهنجي هڪڙي اَنس (ذري)
جي ڪري سڄي جڳت ۾ وياپي رهيو آهيان.

## تات پرج

هي اَرجن! سڀني پراڻين جي هردي ۾ رهندڙ آتما
مان آهيان مونکان ڪا به ڳالهه ڳجهي نہ آهي؛ سڀني
۾ تون مونکي ڄاڻ.

**اِت شري ڀڳوت گيتا شري ڪرشن ارجن
سنباديءِ وڀوتي يوگ نالي ڏهون
اڌياءِ پورو ٿيو.**

# * ڏهين اڌياءَ جو مهاتم *

شري نارائڻ چوي ٿو ته هي لڇمي! ڪيلاش پربت تي شوجي ۽ پاروتيءَ گلن جي وڻي سونهن ڏني ته اينري ۾ هڪڙو هنس شوجيءَ جي درشن لاءِ آيو. هو هنس برهما جو نوڪر هو ۽ برهما جي لوڪ مان انسرووَر ۾ گلن جي خوشبوءِ لاءِ آيو پر اچا انهيءَ ٽلاءَ جي مٿان آيو مس ته هڪڙي ڳل جي ڏسڻ ڪري هنس ڪارو ٿي ويو ۽ آڪاش مان هيٺ ڪري پيو. شوجيءَ گڻن کي حڪم ڏنو ته وڃي ڪٺي اچوس، جي هنکي ڪٺي آيا. هنس چيو ته هي سوامي! مان نٿو سمجهان ته منهنجي ديهه ڪاري ڇو ٿي آهي؟ اُتي آڪاش واڻي ٿي ته هي ڀولاناٿ! انهيءَ جي وارتا ڪملنيءَ کان ٻڌو اينري ۾ هڪڙي ڪملني آئي ۽ چيائين ته هي سوامي! مان توهانکي اڳين جنم جي ڳالهه ٻڌايان ٿي. اڳين جنم ۾ مان اَپڇرا هئس ۽ منهنجو نالو پدماوتي هو. هڪڙو برهمڻ گنگا تي سنان ڪري گيتا جي ڏهين اَڌياءَ جو نت نيم سان پاٺ ڪندو هو. اُنجي پرتاپ ڪري اِندر ديوتا جو آسڻ لڏڻ لڳو. اِندر خيال ڪري ڏٺو ته هڪ برهمڻ گيتا پاٺي آهي، انهيءَ ڪري منهنجو آسڻ لڏيو آهي. تڏهن اِندر مونکي گهرائي حڪم ڏنو ته تون وڃي هن برهمڻ جي پاٺ ۾ ڀنگ وجهه. مان برهمڻ وٽ ويس ته منهنجو انگ برهمڻ جي انگ سان لڳي ويو. برهمڻ مونکي سراپ ڏنو ته هي پاپڻ! تون

ڪملني تي؟. ڪملني جيو ته هي هنس! تون ڪير آهين ۽ هيڏانهن ڇو آيو آهين؟ هنس چيو ته مان برهما جو نوڪر آهيان، مونکي مانسرووَر تي مولن هڳڻ جو حڪم مليو ۽ مان اوڏانهن تي وڃي رهيو ته جيئن ته شوجيءَ جو درشن ڪندو وڃان پر تنهنجي مٿان نظر پوڻ سان اڄي مان ڪارو رنگ ٿي پيو ۽ هٿ ڪري بيٺس. هنس چيو ته منهنجو ڪارو رنگ، مان اڄو رنگ ٿي ۽ تون به انهيءَ ديهه ڪان ڇٽن اهڙو ڪو اُپاءُ ڪر. ڪملنيءَ چيو ته گيتا جي ڏهين اڌياءَ جو ڪو پاٺ ڪري اُهو ڦل ڏني ته مڪتي ثبدي. پوءِ ٻنهي ڄڪڙي برهمڻ کي وينتي ڪئي. برهمڻ سنان ڪري گيتا جي ڏهين اڌياءَ جو پاٺ ڪري اُهو ڦل انهن کي ڏنو ته هنس ۽ ڪملني ٻئي ديو ڪنياؤن ٿي پيئون ۽ هٿ ٻڌي برهمڻ کي نمسڪار ڪري چيائون ته هي سوامي! توهان ڏن آهيو جو اسانکي هن ديهه ڪان ڇڏايو ۽ هاڻي اسانکي آشيرواد ڏيو ته اسين ديو لوڪ ڏي وڃون. تڏهن برهمڻ هنن کي آشيرواد ڏني ۽ چيو ته پرميشور جي ڪرپا سان ٻئي وڃي ديو لوڪ پراپت ڪريو. شري نارائڻ تو چوي ته هي لڇمي! اهو گيتا جي ڏهين اَڌياءَ جو مهاتم آهي.

اِت شري ڀڳوت گيتا جي ڏهين اڌياءَ جو مهاتم پورو ٿيو.

# اڌيائ يارهون

## [ وشو روپ درشن يوگم ]

اَرجن شري ڪرشن ڀڳوان کي تو چوي ته هي ڀڳوان!



توهان پنهنجو گجهو پرتاپ ٻڌايو سو توهان جي ڪرپا سان منهنجو موهہ ناس ٿي ويو آهي. سنسار جو اُتپن ٿيڻ ۽ ناس ٿيڻ مون چڱيءَ ريت ٻڌو آهي. هي ابناسي پرڪ! توهانجي آتما جي مهما ٻہ مون ٻڌي آهي. هي ڀڳوان! هي پرشوتم! توهان جي ابناسي آتما سان منهنجي پريت آهي سو توهان منهنجي وينتي ٻڌو. پنهنجي ابناسي آتما جو درشن ڪرايو. ارجن جي وينتي ٻڌي شري ڪرشن ڀڳوان خوشيءَ ۾ اچي ڪري چوڻ لڳو ته هي اَرجن! تون منهنجو روپ ڏس، انيڪ پرڪارن جا روپ ۽ سورج ۽ ڪٿين اَشوني ڪمار ڪٿين هوائون مطلب ته سارو سنسار گڏ ڏس ۽ منهنجي ديهہ ۾ اِستاور جنگم ۽ جنجي ڏسڻ جي توکي ايلاشا هجي اهي ٻہ ڏس. هي اَرجن! اِنهن اکين سان ته ڪين ڏسي سگهندين. انهيءَ ڪري توکي گجهيون گيان جون اکيون ڏيان ٿو انهن اکين سان تون پرم ايشور کي ڏسندين.

ڪملي ٿيءُ. ڪملي چيو ته هي هنس! تون ڪير آهين
۽ ڪيڏانهن ڇو آيو آهين؟ هنس چيو ته مان برهما جو
نوڪر آهيان، مونکي مانسرووَر ڏي موڪلين جڳ جو
حڪم مليو ۽ مان اوڏانهن ٿي ويس رستي ۾ جيئن تہ
شوجيءَ جو درشن ڪندو وڃان ٿو تنهنجي متان نظر
پوڻ سان اچي مان ڪارو رنگ ٿي پيو ۽ هيٺ ڪري
پيس. هنس چيو ته منهنجو ڪارو رنگ مان اڇو رنگ
ٿئي ۽ تون نہ انهيءَ ديهہ کان ڇٽين اهڙو ڪو اُپاءُ ڪر.
ڪمليءَ چيو ته گيتا جي ڏهين اڌياءَ جو ڪو پاٺ
ڪري اُنجو ڦل ڏئي تہ مڪتي ٿيندي. پوءِ ٻنهي
هڪڙي برهمڻ کي وينتي ڪئي. برهمڻ سنان ڪري
گيتا جي ڏهين اڌياءَ جو پاٺ ڪري اُنجو ڦل انهنکي
ڏنو تہ هنس ۽ ڪملي ٻئي ديو ڪنيائون ٿي پيون
۽ هٿ ٻڌي برهمڻ کي نمسڪار ڪري چيائون تہ هي
سوامي! اوهان ڌن آهيو جو اسانکي هن ديهہ کان ڇڏايو
۽ هاڻي اسانکي آشيرواد ڏيو تہ اسين ديو لوڪ ڏي
وڃون. تڏهن برهمڻ هنکي آشيرواد ڏيئي چيو تہ
پرميشور جي ڪرپا سان اوهين وڃي ديو لوڪ پراپت
ڪريو. شري نارائڻ تو چوي تہ هي لڇمي! اهو گيتا
جي ڏهين اڌياءَ جو مهاتم آهي.

## اِت شري ڀڳوت گيتا جي ڏهين اڌياءَ جو مهاتم پورو ٿيو.

# اڌياءُ ٻارهون

## [ وشو روپ درشن يوگ ]

اَرجن شري ڪرشن ڀڳوان کي تو چوي ته هي ڀريو!



توهان پنهنجو ڳجهو پرتاپ ٻڌايو سو توهان جي ڪرپا سان منهنجو موهه ناس ٿي ويو آهي. سنسار جو اُتپن ٿيڻ ۽ ناس ٿيڻ مون چڱيءَ ريت ٻڌو آهي. هي ابناسي پرک! توهانجي آتما جي مهما به مون ٻڌي آهي. هي ڀريو! هي پرشوتم! توهان جي ابناسي آتما سان منهنجي پريت آهي سو توهان منهنجي وينتي ٻڌو. پنهنجي ابناسي آتما جو درشن ڪرايو. ارجن جي وينتي ٻڌي شري ڪرشن ڀڳوان خوشيءَ ۾ اچي ڪري چوڻ لڳو ته هي اَرجن! تون منهنجو روپ ڏس، انيڪ پرڪارن جا روپ ۽ سورج ۽ ڪٿين اَشوني ڪمار ڪٿين هوائون مطلب ته سارو سنسار گڏ ڏس ۽ منهنجي ديهه ۾ اِستاور جنگم ۽ جنهجي ڏسڻ جي توکي ايللشا هجي اهي به ڏس. هي اَرجن! اِنهن اکين سان ته ڪين ڏسي سگهندين. انهيءَ ڪري توکي ڳجهيون گيان جون اکيون ڏيان ٿو انهن اکين سان تون پرم ايشور کي ڏسندين.

سنجيه چوي ٿو ته هي ڌرتراشٽرا جوڳيشورن جو ايشور شري ڪرشن ڀڳوان ارجن کي اهي وچن چئي موج ۾ اچي ڪري انهيءَ مهل ئي پنهنجو ايشوري روپ ڏيکارڻ لڳو. جنهن سروپ ۾ انيڪ منهن، انيڪ اکيون، البڪ روپ، البڪ پوشڪ، انيڪ پرڪارن جا ڪپڙا ۽ گلي ۾ انيڪ پرڪارن جون مالهائون ڏاڍيون خوشبودار پيل هيون، جنهن ۾ لکين سورج پرڪاش پيا ڪن سو الهڻ سورجن کان به ڀڳوان جي وشو روپ جو پرڪاش وڌيڪ ڏنائين جنهن ۾ لکين سنسار ڏنائين ۽ ديون جو ديو جو شري ڪرشن ڀڳوان آهي سو پاڻدون جي پٽر ارجن ڏٺو ته انهيءَ روپ کي ڏسي ڏاڍو اچرج ۾ پئجي ويو. ارجن انهيءَ روپ کي ڏسي همت ٻڌي نمسڪار ڪيو ۽ چوڻ لڳو ته هي ديون جا ديو شري ڪرشن ڀڳوان! مان توهانجيءَ ديهه ۾ انيڪ روپ ٿو ڏسان پر توهان جو انت ڏسي نٿو سگهان. هي پريو! اهڙو جو توهان جو روپ آهي تنهن ۾ سڀ به انيڪ آهن تن ۾ ڪي متڪ ۽ انيڪ آهن جي سندر آهن ۽ همت ۽ انيڪ آهن جن ۾ سنک، چڪر، گدا، پدم به انيڪ آهن ۽ انيڪ پرڪاش ڪندڙ سورج ۽ چندرمان آهن. اهي ڪهڙا آهن، پهاڙن کان به وڏا آهن ۽ سڀئي پاسن ڏي توهان جو ئي پرتاپ ٿو ڏسان. انهيءَ توهانجي ليجوان روپ کي ڏسڻ به ڏاڍو ڪٺن آهي. اهو ڪهڙو آهي؟ جهڙيءَ ريت ڪا وڏي باهه ٻرندي آهي ۽ جيئن لکين سورج پرڪاش

ڪندا آهن تهڙيءَ ريت تمام ٻي اُنت توهانجو تيج آهي ۽ توهان اُبناسي آهيو ۽ سڀ کان پري آهيو ۽ توهان جاڻي جاڻطهار آهيو انيڪ پرڪارن جي جا رچنا آهي تنهن ۾ پوري پورن آهيو ۽ آد کان آد آهيو. ڌرم جي پالنا ڪرڻ وارا آهيو، اصل آهيو، توهانجي ٻل جو ڪوئي اُنت ڪونهي. توهانجا اُنيڪ نالا آهن، اُنيڪ سوڀ آهن، اُنيڪ اکيون آهن ۽ اُنيڪ منهن آهن جن ۾ اُگنيءَ ٿي پرڪاش ٿو ڏسان انهيءَ پنهنجي تيج ڪري ساري وشو کي پرڪاش ڪيو، آڪاش، ڌرتي ۽ پاتال ۾ توهانجو هڪڙو ئي روپ آهي. انهيءَ توهانجي روپ کي ڏسي ٽيئي لوڪ ڪنبي ويا آهن ۽ ڪروڙين ڪرم توهان ۾ اچي پون ٿا ۽ ڪروڙين ديوتائون توهان جي اڳيان هٿ ٻڌي اُستتي پيا ڪن ۽ پيا ڪنبن ۽ ڪروڙين رکيشور، منيشور، سڌ سادڪ توهان کان ڪنبن پيا ۽ توهان کان آشيرواد پيا گهرن توهان جي جئه پيا ٻولائين ڪئين توهانجي استتي ڪري توهان تي گلن جي ورکا پيا ڪن. توهان جي هن روپ کان سڀ لوڪ ڪنبن ٿا. لوڪن کي منيشور پيا چون ته ڪنبو نه، ايشور پرم ديالو آهي. اُنيڪ شوجي ٿو ڏسان، انيڪ سادو ٿو ڏسان، توهانجي روپ کي ڏسي اچرج ۾ پيا پون. انيڪ ٻانهون جن ۾ اٿاهه ٻل ٿو ڏسان، انيڪ پير، انيڪ پيٽ، انيڪ منهن جن ۾ مها ڀيانڪ ڏاڙهيون ٿو ڏسان. انهيءَ توهانجي روپ کي ڏسي انيڪ لوڪ ڪنبي ويا آهن ۽ مان به

ڪنان نه. وري توهان ڪهڙا آهيو؟ آڪاش سان وڃي لڳا آهيو. توري نوري تڪر بہ ڪيئي سورج پرڪاش پيا ڪن، انيڪ توهانجا رنگ آهن ۽ انيڪ توهانجا نيتر آهن جن بہ پرلئہ جي وقت جهڙي اگني ڏسڻ ۾ اچي ٿي. هي پرڀو! اهڙو پيانڪ روپ ڏسي منهنجو سرير ڪنبي ويو آهي ۽ مان ڌيرج بہ ڪري نٿو سگهان. هي ڀڳوان! بس هاڻي مان هوش نيس. هي ديون ديال! هاڻي موتکان ڏشائون بہ پلجي ويئون آهن ۽ مون کي اها بہ سڌ نٿي پوي تہ پورب، پڇم، اُتر ۽ ڏکڻ ڪيڏانهن آهن ۽ شانت بہ نٿي اچي. هي جڳت جا ڪرتا! هي جڳت جا آسرا هاڻي بس ڪريو. مان اهو اوهان جو روپ ڏسي پرسن ٿيو آهيان. هيءَ ڌرتراشٽر جي پٽن جي جا سينا آهي تنهن بہ مکيہ يوڌا آهن اهي سڀ توهانجي مهااگنيءَ ۾ پوندا ڏسان ٿو. انيڪ يوڌن جا سر انهيءَ توهانجي ڏندن جي وچ اٽڪيل ٿو ڏسان. جيئن نديئن جو پاڻي ڏاڍي زور سان سمنڊ ۾ اچي پوندو آهي تيئن هي سڀ يوڌا توهان جي منهن جي اگنيءَ ۾ ٿا اچي پون ۽ انهن جا پراڻ نڪري ٿا وڃن. مها اگنيءَ سان پرپل جو توهان جو منهن آهي تنهن منهن سان ٿي هن سنسار جي ڀکيا ڪريو ٿا ۽ توهان جي ليڇ سان سنسار پرلو پيو آهي. هي جولي سروپ! اهڙو توهان جو منهن ڏسان ٿو جو هڪڙي پيانڪ روپ سان ساري سنسار کي پري ڇڏيو اٿو. هي ديون جا ديوا! توهانکي منهنجي

نمسڪار آهي. هي سوامي! هاڻي بس ڪريو. هاڻ
مان پرسن ٿيس. هي پرڀو! توهانجو انت مون ڏٺو ٿي
سو توهان جو انت مان پائي نٿو سگهان. توهانجو انت
ءِ آد هجي نہ ڏسجي پر توهان **بي انت** آهيو. ارجن
جا وچن ٻڌي شري ڪرشن ڀڳوان چوڻ لڳو تہ هي
ارجن! لوڪن جو ڪال مان ئي آهيان. هي جو مون
وڏو روپ رکيو آهي سو انهن جي ناس ڪرڻ لاءِ رکيو
آهي جيڪي دريوڌن جا يوڌا آهن تن سڀني کي مون
اڳ ئي ناس ڪيو آهي. تون فقط نالي ماتر اٿي جنگ
ڪر ءِ هنن شترن کي ماري ڌرتيءَ جو راڄ ڪر. هي
ارجن! جيڪو ڪبيءَ پاڻهن سان دشمن کي ماري ٿو اهو
راڄ کي پراپت ڪري ٿو. هي ارجن! يوڌا تہ مون اڳيئي
ماري ڇڏيا آهن. تون فقط نالي ماتر مارينديں تہ لوڪ
چوندا تہ هي سڀ يوڌا ارجن ماريا. هي ارجن! هي يوڌا
ڪهڙا آهن؟ پهرين دروڻاچاريہ ڪهڙو آهي جيتري بہ
تون شاستر وديا سکيو آهين تنهن بہ بہ دروڻاچاريہ وڏو
آهي. اهڙو تہ دروڻاچاريہ آهي ءِ وري ڀيشم ڪهڙو
آهي؟ جنهن کي پنهنجي پتا سانتنوءَ جو ور مليل آهي
تہ هي پتر! جڏهن تنهنجي اڇا ٿيندي تڏهن تون مرندين.
هڙو اڇا چاري ڀيشم بہ آهي. جئدرٿ ڪهڙو آهي؟
نهن جو پتا ڪرڪيتر بہ وڃي تپ ڪري جتي پرسرام
و ڪنڊ آهي. اهو ڪنڊ ڪهڙو آهي؟ جڏهن پرسرام
ڪيهہ ڀيرا ڪترين کي ماريو هو، انهن ڪترين سان اهو

ڪنڌ پريل آهي، تنهن ڪنڌ ۾ ڌنڌرت جو پٽا وڃنو
لپ ڪري ۽ هيءَ ڪاما الس نه جي ڪوئي منهنجي
پٽ جو سر وڍيندو سو انهيءَ جو سر سـ ڌرتيءَ تي
ڪرندو. اهڙو نه ڌنڌرڪ آهي ۽ ڪرن جو آهي سو سورج
جو اوتار آهي انهن ڪان ولي جيڪي نه ٻوڏا آهن سي
تنهنجي مارڻ جا نه آهن. اهي مون اڳيئي ماري ڇڏيا
آهن سو تون مٿن ڪي آئي مار. سنجيه راجا ڌرتراشٽر
کي چوي ٿو ته ڪرشن ارجن جو مٽڪ ساڻ چاٽو آهي
تنهن ڪري ان جو نالو ڪرشن آهي، سو ڀڳوان جا اهي
وچن ٻڌي ارجن ٻئي هٿ جوڙي ڀؤ کان وهسڪ ٿي شري
ڪرشن ڀڳوان جي چرنن تي ڪري پيو ۽ ڏهي چوڻ
لڳو، ته هي ڀڳوان! توهانجي سربر جا جيڪي ٻه آلڪ
آهن ان تي انيڪ ساڌن ۽ سڄڻ جون سيائون وڃون
آهن سي ٻاڻ ۾ توهانجي مهما ويا ڳائين. وڪشمڪ ٻه
توهان جي ديهه ۾ ٿو ڏسان وڏن وڏن راڪسن جون
سڀان توهانجي انهيءَ روپ کي ڏسي ڪنبن ٿيون
۽ راڪس توهانجي ڏر کان ڪيڏانهن جو ڪيڏانهن
ڀڄن ۽ ڪيئي ڪوٽ ساڌ و توهان کي ٻيا نمسڪار ڪن.
توهان ڪهڙا آهيو؟ هن سنسار جي اُتپت ڪرڻ وارو
جو برهما آهي تنهن جا ٻي توهان ايشور آهيو ۽ سدائين
آنند روپ آهيو ۽ سڀني ديوتائن کان اڳي آهيو ۽ ايشور
آهيو. سڀ ديوتائون ۽ سنسار توهان جو ٿي رچيل آهي
۽ توهان جي ديهه ۾ آهي. انهيءَ ڪري توهان جڳت

جا سوامي آهيو اپناسي آهيو، ديهه کان پري آهيو، پري پرن آهيو، ويدن جي ڄاڻڻ وارا آهيو. توهانجو ڌام جيڪو گهر آهي ۽ نيچه آهي اهو سڀ کان پري آهي انهيءَ ڪري پرم ڌام آهيو. هي پريو! وڀوت وپ به توهان آهيو. وايو، يم، اگني، ورڻ، چندرما، پرجاپتي ۽ وڏا پتامهه آهيو. هي پريو! توهانجي هڪ هڪ روپ کي منهنجو وارون وار نمسڪار آهي. هي پريو! توهان کي سيني پاسن کان نمسڪار آهي توهان جي ٻل ويريه ۽ پراڪرم جو ڪوئي اَنت ڪونهي سيني جي اَندر ۽ ٻاهر توهان آهيو. هي سوامي! مون توهان کي پنهنجو متر ڄاڻي گهٽ وڌ ڳالهايو اتم سو ڇا ڇيو اتم؟ هي ڪرشن! منهنجو رت وٺي اچ. هي جادو! منهنجو هي ڪم ڪر. هي متر! منهنجي هيءَ نه هيءَ شيوا ڪر، انهيءَ کان وٺي جيڪي مون گهٽ وڌ توهان کي ڳالهايو آهي سو مون تي ديا پالي ڪميا ڪريو. هي پريو! مون توهان کي ڪونه سڃاتو هو ته توهان اهڙا ڪي مهان (وڏا) آهيو. مون اوهانجيءَ مهما کي نه ڄاتو هو ۽ اَڻ ڄاڻ هوس. هي پريو! جڏڪا مون توهان جي ڪلندي ڪلندي اوگيان ڪئي آهي ۽ توهان سان گڏ هڪ ئي آسڻ تي ويٺو آهيان، هي ڪرپانڌان! اها منهنجي اوگيا ڪميا ڪريو. هي پريو! توهانجي مهما اَپر اَپار آهي! چوڻ ۽ لکڻ کان پري آهي. هي پريو! استاور جيڪي هڪ هنڌ بيٺل آهن جيئن ته (وڻ ٽڻ پهاڙ) آد ۽ جنگم

جيڪي هلن ٿا ان سڀني جا سوامي آهيو ۽ سڀني جا پرم گرو آهيو. اوهان جهڙو ٻيو ڪونهي. انهيءَ ڪري اوهان پرم ايشور آهيو. اوهان جي هن ديهه کي اَشٽانگ نمسڪار آهي. هي ايشور! هاڻي اوهان مون تي ڪرپا ڪريو. جهڙيءَ ريت پيءُ، پٽ جي، مِتر مِتر جي

**ايراد ڪما ڪندو آهي ۽ جهڙيءَ ريت پورش استريءَ جو ايراد پڻ ڪما ڪندو آهي تهڙيءَ ريت منهنجا به سڀ ايراد ڪما ڪريو.**

هي پڀو! اڳ اوهان جو روپ مون ڪڏهن ڪونه ڏٺو هو سو انهيءَ روپ کي ڏسي هي پڀو! مان ڪمپي ويو آهيان سو هي ڪرپالو! هي ديون جا ديو! هاڻي ڪرپا ڪريو ته مون کي اڳيون ساڳيو روپ ڏيکاريو. اوهان جو روپ ڏاڍو سندر آهي ۽ مٿي تي مڪٽ رکيو آهي ۽ ڪنن ۾ ڪنڊل پيا آهن ۽ سندر گهنگهرون ٻانهن ۾ پيا آهن، پيتامبر پيل آهي، ڳلي ۾ موتين جي مالها پيل آهي. هڪ هٿ ۾ ڄاڙو ڪمان، ٻئي هٿ ۾ سنک ۽ سدرشن چڪر، ٽئين هٿ ۾ رٿ جي گهوڙن جي واڳ ۽ چوٿين هٿ ۾ چهبڪ اٿو. هي وشو روپ هزار ٻانهن وارا! هاڻي مون کي ساڳيو چتر ڀڄي روپ ڏيکاريو. اَرجن جي وينتي ٻڌي شري ڪرشن ڀڳوان چوڻ لڳو ته هي اَرجن! وشو روپ مون توکي پرسن ٿي ڪري ڏيکاريو آهي. ڪهڙو آهي سڀ کان پري آهي

جنهن جو اَنت ڪونهي سو اهڙو پرم سروپ ايشور[...]
تو ڏٺو آهي سو چار ويد جيڪو پڙهي تنهن کي بہ ڏ[...]
ڪنن آهي. يڳيہ ڪري توڙي پاٺ ڪري، تيرٿن
درشن ڪري، تپسيا ڪري، دان ڪري، پڄ ڪري
بہ هي درشن ڪرڻ ڪنن آهي. هي اَرجن! تو ڪانسوا[ءِ]
ڪنهن ٻئي هن منهنجي روپ کي نہ ڏٺو آهي. هي
اَرجن! تون ڀئہ ڇڏي نرڀئہ ٿيءُ، منهنجو پريتوان ٿيءُ ۽
من جي پرسنت مون بہ رکہ. بس هاڻي منهنجو اڳيون
سروپ ڏس. سنجيہ چيو تہ هي راجا ڌرتراشٽر! شري
ڪرشن ڀڳوان اَرجن کي انين چئي ساڳيو چترڀجي روپ
ڏيکاريو. اهو روپ اَرجن ڏسي ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ چوڻ
لڳو تہ هي جنارڌن! مان هاڻي ڏاڍو سانت بہ آيو آهيان.
شري ڪرشن ڀڳوان چوڻ لڳو تہ هي اَرجن! هي جيڪو
سروپ تو ڏٺو آهي سو ڏسڻ ڏاڍو ڪنن آهي. اهو
منهنجو روپ ڏسڻ ديوتائن کي بہ ڪنن آهي. هن
روپ کي ڏسڻ لاءِ ديوتائون بہ اڃا ڪندا آهن سو اهو
روپ مون توکي ڏيکاريو آهي. هي اَرجن! جيئن تو
مون کي پاتو آهي تيئن ڪنهن بہ ڪونہ پاتو آهي. تو
چاڪاڻ پاتو آهي؟ جو تون منهنجو پرم پيارو ڀڳت
آهين مون کان سواءِ تون ڪنهن ٻئي جو سمرڻ نٿو
ڪرين انهيءَ ڪري تو مونکي پاتو آهي. هنن اکين ۽
[...]يان جي اکين ٻنهي سان تو مون کي ڏٺو آهي. هي

ارجن! ڀريم ڪري ٽون مون کي پياري رهيو آهين. ٽنهن ڪري مان ٽنهنجو آهيان. ٽون مون منجهه آهين ۽ مان ٽو منجهه آهيان. هي أرجن! جو سڀ ڪرم مون کي ارپڻ ڪري ٿو، مون ۾ ليءِ لين ٿي رهي ٿو، منهنجو ڀڳت ٻڌجي ٿو، سنگ رهت ٿئي ٿو ۽ سڀني پراڻين سان دويش ڀاءُ نٿو ڪري سو مون کي پراپت ٿو ڪري.

## تات پرج

هي شري ڪرشن ڀڳوان! منهنجي لوکي وارون وار نمسڪار آهي. هي ديون جا ديو! جيئن پتا پٽ جو، متر متر جو، پريمي پياريءَ جو اپراڌ کميا ڪري ٿو، اهڙيءَ ريت ٽون ٻه منهنجا اپراڌ معاف ڪر.

## اِت شري ڀڳوت گيتا شري ڪرشن ارجن سنبادي وشو روپ درشن يوگ نالي ٻارهون اڌياءُ پورو ٿيو.

## * ٻارهين اڌياءَ جو مهاتم *

شري نارائڻ چوي ٿو ته هي لڇمي! لنڪ پدرا نالي هڪڙو شهر هو انهيءَ ۾ راجا سڪانند رهندو هو ۽ اهو شري نارائڻ ۽ لڇميءَ جي پوڄا ڪندو هو. هڪڙي ڏينهن ته ٻارنهن ساڌو شهر ۾ آيا ۽ اچي راجا وٽ لهي رهيا. راجا جو پٽ پرياس ويلي انهن جي درشن

لاءِ ويو. انهيءَ جاءِ ۾ هڪڙو پوٽ رهندو هو تنهن پوٽ
راجا جي پٽ کي ماري وڌو. نوڪرن وڃي راجا کي
چيو ته هي راجا! تنهنجي پٽ کي پوٽ ماري وڌو آهي.
اتي وينل برهمڻ چيو ته راجا! هل ته هلي ڏسون. اتي
برهمڻ اچي چيو ته هي پوٽ! تون هن ڇوڪري تي
ڪرپا ڪر ته هي ڇوڪرو اٿي ۽ مان توکي يارهين اڌياءَ
جو پاٺ ٻڌايان تو جنهن جي ٻڌڻ سان تنهنجي بـ
مڪتي ٿيندي. هيترا جيو اڳي ماريا اٿيئي، انهن جي
به مڪتي ٿيندي ۽ تون پنهنجي به ڳالهه ٻڌاءِ ته پوٽ
چاڪاڻ ٿيو آهين. تڏهن پوٽ چيو ته مان اڳئين جنم ۾
برهمڻ هوس ۽ کيتيءَ جو ڪم ڪندو هوس اتي هڪڙو
روڳي برهمڻ پنيءَ ۾ اچي ڪري پيو ۽ سندس بت مان
رت وهڻ لڳو ۽ سوڻ سندس بت مان ماس پٽي ويني
ڪاڏو ۽ مون ويني ڏنو. ايتري ۾ هڪڙو برهمڻ اُتي آيو
جنهن ڏنو ۽ انهيءَ ڏسي چيو تہ اڙي کيتي ڪندڙ
برهمڻ! تون پاپي آهين. **ڏن پرڪارن جا پاپي نرڪ**
**۾ ويندا آهن. هڪڙو** ته ڪنهن کي چور ڦريندو
جي يا ماريندو هجي ۽ نه ڇڏائي ته پاپي آهي. **ٻيو**
يڪو روڳي هجي ۽ ڪوئي ان جو وارث ڪونہ هجي،
يءَ حالت ۾ جيڪو ان جي شيوا نہ ڪري سو پاپي
ي. **ٽيون** ڪنهن ماڻهوءَ کي پوس لڳل هجي ۽
ئي ڪيدندڙ هجي پر نٿو ڪڍي تہ اهو بہ پاپي آهي.

انهن ٽنهي پرڪارن جا ڀاڳي لوڪ ۾ ويندا آهن ۽ جيڪي
سڀني جيون لئي دبا ڪن ٿا انهن کي اشوميڌ يگيه جو
ڦل ملي ٿو. هي ڪيتي ڪندڙ برهمڻ! منهنجي سراپ
ڪري لون مري ڪري پوس لبندين. انهيءَ ريت پوس
جڏهن پنهنجي ڳالهه ڪري بس ڪئي تڏهن برهمڻ چيو
ته هي راجا! ڇالو چوين؟ تڏهن راجا چيو ته هن جو اڌار
ڪر ۽ منهنجي پٽ کي نه جهڻار. تڏهن برهمڻ ٻارهين
اڌياءِ جو پاٺ ڪرڻ لڳو. پاٺ پورو ڪري پوس لي
پاٺ جو ڦلي ڏنا وڌائين ته انهيءَ ڦل لئي پوس جي
ديهه ڇٽي ۽ ديوتا جي ديهه ورتائين. جيڪي اڳي جهو
ڪاڏا هتائين انهن جو به اڌار ٿيو ۽ راجا جو پٽ نه الپو
ٿر سالو رو سروپ جتراجي روپ داري آئو. تڏهن انهيءَ
پوس چيو ته هي راجا! اون پنهنجو پٽ وٺ. جڏهن
راجا پٽ سان ملڻ لڳو تڏهن پٽس چيو ته هي راجا!
جڏهن ڪال ۾ ڪڪڙو ڳالهي هجي تڏهن هي ڪيترن لئي
ڪلن جو اڌار ٿئي ٿو. هي راجا! اون ٻاڻ ڳالهي آهين.
تڏهن راجا موهه ۾ ٿرهي چيس ته هي پٽ! اون موکي
ڪڪڙ ونئي سڀتر آهين. تڏهن پٽ چيو ته هي پتا!
مان ته ڪيترا ڀيرا تنهنجو پٽ ۽ ڪيترا ئي
ڀيرا تنهنجو پيءُ ٿيو آهيان. هي پوس ذن آهي
جنهن موت کي ماريو ۽ گيتا جي پاٺ ٻڌڻ ڪري منهنجي
مڪتي لئي آهي. هي پتا! اون ڪار چنتا نه ڪر.

هائي مان نارائڻ جي درشن ڪرڻ جو پياسي ٿيو آهيان.
جڏهن مان نارائڻ جو درشن ڪندس تڏهن توهانجي
ڪل جو اُڌار ٿيندو ۽ ايڪيهه ڪُل توهان جا ترندا.
تڏهن راجا ڇيو ته ڇگو پلا وڃ. تڏهن ودان به چڙهي
ونڪنٺ ڏي ويو ۽ انهي برهمڻ کان راجا يارهين اڌيا ءِ
جو پاٺ سکيو ۽ من ۾ ڇپائين ته هائي پٽ پيا ڏيءِ ته
ڪانهي. پوءِ راجا سڀ تيارءِ ڪري گيتا جو پاٺ ڪرڻ
لڳو ۽ للسيءِ ۾ پاڻي وجهڻ لڳو. سادو ۽ برهمڻ ويندا
رهيا ۽ راجا به پرم پد کي پراپت ٿيو. شري نارائڻ
چوي ٿو ته هي لڇمي! اهو گيتا جي يارهين اُڌياءِ جو
مهاتم آهي.

اِت شري ڀڳوت گيتا جي يارهين اڌياءِ جو
مهاتم پورو ٿيو.

# آڌياءِ ٻارهون

## [ ڀڳتي يوگ ]

ارجن شري ڪرشن ڀڳوان کي چوڻ لڳو تہ هي



پريو! ڪهڙا ڀڳت تنهنجو
سرگڻ روپ جو ڌيان ڌري
تنهنجي اُپاسنا ڪن ٿا ۽
سڀ تنهنجي ابناسي گپت
(نرگڻ) سروپ جو ڌيان ڌارين
ٿا، انهن ٻنهي مان ڪهڙا يوگي
سريشٽ ڄڃن ٿا؟ شري
ڪرشن چوڻ لڳو هي ارجن!
نت ڌيان ڌري، مون من
لڳائڻ جي شرڌا سان منهنجي اُپاسنا ڪن ٿا تن کي
آءٌ سريشٽ يوگي سمجهان ٿو. سڀ اِندرين وس ۾
آڻي، هر هنڌ سمان ڀاو رکي جي امر، الک، اچل، اگر،
گپت سرووياپي ۽ سداتن سروپ جي اُپاسنا ڪن ٿا،
جي سڀني پراڻين جي ڀلي ۾ رتل رهن ٿا، سي پڻ مونکي
پراپت ڪن ٿا. جن جو چت الک (نرگڻ) ۾ لڳل آهي
تن کي وڌيڪ ڪشٽ ٿئي ٿو. ديهہ ڌاريءَ کي الک
جي گت پراپت ڪرڻ ڏکي آهي. هي پارٿ! جي من
مون ۾ رتل رهي، سڀ ڪرم مونکي ارپڻ ڪري هڪ
چت ٿي، منهنجو ڌيان ڌاري، منهنجي اُپاسنا ڪن ٿا

۽ مون ۾ چت رکن ٿا، اهڙن کي مرتيو روپي سنسار ساگر مان آءٌ جهٽ تاري وٺان ٿو. پنهنجو من مون ۾ لڳاءِ، پنهنجي ٻڌي مون ۾ ڌار، ته هن جنم کان پوءِ شڪ ئي ڪونهي ته مونکي پراپت ڪندين. جي تون مون ۾ پنهنجو چت استر نٿو رکي سگهين ته هي ڌنجيه! اڀياس يوگ سان مونکي پراپت ڪرڻ جي اڇا رک. اهڙي اڀياس ڪرڻ جي ٻه سمرٿي نه ساڙين ته سڀ ڪرم مون ۾ ارپڻ ڪر ۽ منهنجي نمت ڪرم ڪندين ته ٻه تون مونکي پائيندين. جي منهنجي نمت ڪرم ڪرڻ جيتري ٻڻ توکي شڪتي نه هجي ته منهنجي شرڻ وٺي جتن ڪري سڀني ڪرمن جو ڦل تياڳ ڪر. اڀياس مارگ (يعني چت جي ورتيءَ کي روڪڻ جي ساڌنا) کان گيان مارگ (يعني سڻڻ، مڃڻ ۽ عمل ڪرڻ) بهتر آهي. گيان مارگ کان ڌيان مارگ (يعني اُپاسنا) وڌيڪ آهي ۽ ڌيان مارگ کان ڪرم ڦل تياڳ چڱو آهي ڇو جو انهيءَ تياڳ کان پوءِ ترت ئي شانتي ملي ٿي. جو ڪنهن به پراڻيءَ سان دويش نٿو رکي، سڀني جو متر، ديالو، ممتا بنا، آهنڪار رهت، سک دک ۾ هڪ سمان، ڪمياوان، سدا سنتوشي، يوگ ۾ رتل، اندرين کي روڪي، درڙ نشچو رکي، مونکي پنهنجو من ۽ ٻڌي ارپڻ ڪري ٿو، اهڙو منهنجو ڀڳت مونکي پيارو آهي. جنهن کان لوڪ خفي نٿو ٿئي، جو لوڪن کان خفي نٿو ٿئي، جو خوشيءَ، ڪروڌ، حسد، ڀؤ،

چنتا کان آجو آهي سو مونکي پيارو آهي. جو اڇا رهت آهي، ٻولڙ آهي، ساوڌان آهي، چنتا بنا آهي، سڀ سنڪلپ جنهن تياڳ ڪيا آهن سو منهنجو ڀڳت آهي ۽ اهو مون کي پيارو آهي. جو هرک نٿو ڪري، جو دويش نٿو ڌاري، جو چنتا نٿو ڪري، جو اُميدون نٿو اڏي، جو ڀلو ٻرو تياڳي ٿو سو ڀڳتيءَ سان ڀرپور مونکي پيارو آهي. شترو متر، مان اپمان، ٿڌ گرمي، سک دک ۾ هڪ سمان ڀاو رکيٿو، جنهن سنگ ڇڏيو آهي، جو نندا ۽ ساراهه وقت سانجهيءَ رهت رهي ٿو، جو سڀ لي راضي رهي ٿو ۽ جو استر چت وارو آهي، اهڙو مني ڀڳت مونکي پيارو آهي.

## تات پرج

من کي نمر ٻرکي سڀني ڪرمن جي ڦل جو تياڳ ڪر. تياڳ جي ڪري جلدي شانتي پراپتي ٿئي ٿي. هڪڙي هن منهنجي چل اُپديش لي هلت ڪن ٿا اهي مونکي البت پيارا آهن. نرگڻ ڀڳتي سريشٽ آهي پر ڏکي آهي. سرگڻ ڀڳتي سولي آهي تنهنڪري لون ٻهرياتين سرگڻ ڀڳتي ڪر پوءِ نرگڻ ڀڳتي پاڻهي هٿ ايندي.

**اِت شري ڀڳوت گيتا شري ڪرشن ارجن سنبادي ڀڳتي يوگ نالي ٻارهون**

**اڌياءُ پورو ٿيو.**

# * ٻارهين اڌياءُ جو مهاتم *

شري نارائڻ چوڻ لڳو ته هي لڇمي! دکن ديس ۾ هڪڙو سکانند نالي راجا رهندو هو. انهيءَ جي شهر ۾ لمپٽ نالي ماڻهو رهندو هو. اُنجي هڪڙي ڪيري سان سنگت هئي. اهي ٻئي چنڊا ديويءَ جي مندر ۾ وڃي شراب پيئن، ماس کائين ۽ ڀوڳ ڀوڳين. ڪو ڪٿي پڇين ته هي چا تا ڪريو ته ان کي چون ته اسين ديويءَ جي پوڄا تا ڪريون. انهيءَ مندر ۾ هڪڙو برهمڻ رهندو هو، جو ديويءَ جي پوڄا ڪندو هو. هڪڙي ڏينهن برهمڻ ديويءَ جي اُستتي ڪئي ۽ ديوي پرسن ٿي چوڻ لڳس ته هي برهمڻ! جيڪي گهرڻو هجيئي سو ڏهر، برهمڻ چيو ته سڪهه ڏن ۽ سنتان ڏي. ديويءَ چيو توکي، سڪهه ڏن ۽ سنتان ڏيندس پر اول هنن ٻنهي جي مڪتيءَ جو اُپاءُ ڪر. تڏهن برهمڻ نمسڪار ڪري پنهنجي گروءَ وٽ آيو ۽ اچي چيائين ته هي گرو! مون ديويءَ جي اُستتي ڪئي. ديويءَ پرسن ٿي سڪهه ڏن ۽ سنتان ڏني آهي پر چيو اٿس ته اول هنن ٻنهي جو اُڌار ڪر. تڏهن گروءَ چيس ته هي برهمڻ! اها ڳالهه وڃي شري نارائڻ کان پڇ. تڏهن شري نارائڻ پرسن ٿيس ۽ آڪاش مان آواز آيس ته هي برهمڻ! سمرڻ ڪر. تڏهن وري سمرڻ ڪرڻ لڳو. شري نارائڻ گرڙ تي سوار ٿي وٽس آيو ۽ چوڻ لڳس ته هي برهمڻ! تنهنجي

ڪيتري ڪاما آهي. برهمڻ ساڳي ڳالهه ڪري ٻڌايس.
شري نارائڻ چوڻ لڳس ته هي برهمڻ! اُنهن کي گيتا
جي ٻارهين اڌياءَ جو پاٺ ڪري ٻڌاءِ ته اُنهن ٻنهي جو
اڌار ٿيندو. تڏهن برهمڻ شري نارائڻ جي اُستتي ڪئي.
شري نارائڻ ورن ونڪنٺ ڏانهن روانو ٿيو ۽ برهمڻ
ديويءَ جي مندر ۾ اچي ديويءَ جي اُستتي ڪئي.
ديويءَ پرسن ٿي درشن ڏنس. برهمڻ چيو ته هي جڳت
جنني! شري نارائڻ جيءَ آگيا ڏني آهي. تڏهن ديويءَ
چيس ته هي برهمڻ! تون هنن ٻنهي کي پاٺ ٻڌاءِ ته
هنن هن جو اڌار ٿئي. تڏهن برهمڻ لمبس ۽ ڪيتريءَ
کي وهاري گيتا جي ٻارهين اڌياءَ جو پاٺ ٻڌايو. ٻڌڻ
سان ٻنهي جي ديهه ڇٽي ۽ ديوتائن جي ديهه پائي ٿي
ونڪنٺ ڏانهن روانا ٿيا. ديوي ڏسي پرسن ٿي. برهمڻ
کي چيائين ته هي برهمڻ! اڄ کان وٺي منهنجو نالو
ونسنو ديوي ٿيو هن پاٺ کي ٻڌي اهڙا پاپي به مڪت
ٿي ويا آهن ۽ هن شهر جو راڄ مون توکي ڏنو. ايترو
چئي ديوي انتردڌيان ٿي وئي ۽ برهمڻ پهنجي گهر
هليو ويو. سڪانند راجا کي گهر ۾ ڪا سنتان ڪانه هئي
تنهن ان برهمڻ کي گيراڻي راجائي ڏيئي پاڻ جهنگلن ۾
تپ ڪرڻ لاءِ هليو ويو ۽ برهمڻ سي اُلڪي ٿي راڄ
ڪرڻ لڳو. شري نارائڻ چوڻ لڳو ته هي لڇمي! اهو
گيتا جي ٻارهين اڌياءَ جو مهاتم آهي.

**اِت شري ڀڳوت گيتا جي ٻارهين اڌياءَ جو**
**مهاتم پورو ٿيو.**

# اڌياءِ تيرهون

## (کيتر، کيترگيہ وڀاڳ يوگ)

اَرجن شري ڪرشن ڀڳوان کي چوڻ لڳو تہ هي



پريو! **پرڪرتي** ڇاکي تا چون ۽ **پرک** ڇاکي تا چون؟ **کيتر** ڇاکي تا چون ۽ **کيترگيہ** ڇاکي تا چون ۽ **گيان** ڇاکي تا چون ۽ **گيہ** ڇاکي تا چون؟ هي سوامي! ڪرپا ڪري انهن سوالن جا جواب ٻڌايو. شري ڪرشن ڀڳوان ارجن جا پريم ڀريا سوال ٻڌي خوشيءَ مان چوڻ لڳو تہ هي ارجن! هيءَ جا ماڻهوءَ جي ديهہ آهي تنهنکي **کيتر** چون ٿا. کيتر ڇو ٿا چون؟ جو هي جيئن جڏهن چوراسي لک جوڻيون ڀوڳي منش ديهہ پراپتي ٿو تڏهن چيتن ٿئي ٿو. ڪهڙو چيتن؟ پرماتما کي سڃاڻي ٿو، هن ديهہ کي پائي چڱا مندا ڪرم ڪري ٿو ۽ پاپ پن جو ڦل پائي ٿو. **ماڻهوءَ کان سواءِ ٻين ديهہ ڌارين کي نڪو پاپ آهي نڪو پن آهي. مانکہ ديهہ کي پاپ پن ٿئي ٿو.** **کيترگيہ** بہ انهيءَ کي ٿا چون جيڪو سرير روپي کيتر کي ڄاڻڻ وارو هجي. هي اَرجن! اهو تون ٻڌڪي

جاڻ. منهنجي ذيان ڪري کيتر ۽ کيترگيه ٻنهي کي
جاڻڻ تو اهو منهنجي مت جو گيان آهي. هاڻي کيتر
جيڪا ديهه آهي انهيءَ جو وستار ٿو. هن ديهه جو ناٻ
ڪيترن شين مان ٿهي ٿو جنهن وستار رکيو ون گهڻن
پرڪارن سان ڪيو آهي ۽ ويدن ۾ جيو آهي. سربر
کيتر ۾ پنج تت آهن. **آڪاش، پون، اگني،**
**جل ۽ پرٿوي.** پرٿويءَ جو انس هن ديهه جو ماس
آهي، جل جو انس رت آهي. اگنيءَ جو انس پيٽ ۾
جٺرا اگني آهي، پون جو انس ساهه آهي ۽ آڪاش
جو انس پولار آهي. اهي پنج ئي مهاڀوت ديهه ۾ آهن.
**من، بڌ، چت ۽ اهنڪار اهي چار ئي انتهڪرڻ**
**۾ آهن. پنج گيان اِندريون ۽ پنج ڪرم**
**اِندريون آهن. اکيون، ڪن، نڪ، جڀ ۽ کل**
**اهي پنج گيان اِندريون آهن. هٿ، پير،**
**گد يا لنگ ۽ ڳالهائڻ واري زبان اهي پنج**
**ڪرم اِندريون آهن.** ٿيا يعني کل سا سيني اندرين
۾ وياپڪ آهي ۽ جڀ ۾ ٻه گڻ آهن. **سواد وٺڻ**
**مهل گيان گڻ اُتس ۽ ڳالهائڻ مهل ڪرم گڻ**
**اُتس** اهي ڏهه ئي اندريون آهن. پنجن گيان اندرين
جون وري **پنج وشيون آهن. اکين جي وشيءَ**
۱۰۰ ، (ڏسڻ)، **نڪ جي وشيءَ بوءِ وٺڻ، ڪنن**

**جي وشيءِ آواز ٻڌڻ، چپ جي وشيءِ کٽو مٺو سواد چکڻ، کل جي وشيءِ ٿڌو ڪوسو سڃاڻڻ.**
انهن مان ئي سارو سنسار ٺهيو آهي. هن سرير روپي شهر جي جيڪا آبادي آهي سا ٻڌ. چڱيءَ شيءِ ڪائڻ جي اڇا ۽ منديءَ شيءِ ڪائڻ کان نفرت ڪڏهن سک ڪڏهن دک انهن ڇهن جي هن ۾ آبادي آهي. هاڻي جن ساڌن ڪري منهنجو **گيان** ٿئي تو سي ٻڌ. ڀڳوان نه نرمانڻ رهي، پنهنجي پوڄا ۽ مهانتا نه ڪرائي گرو گسائين تي نه وهي، من وچن ۽ ڪرم ڪري سيني جو شيوڪ تي رهي، پاڪنڊ ڪري پدم آسڻ لاهي نه وهي.
**واڌگر اڪٺون ٻوٽي نه وهي جڏن ماڻهو سمجهن ڀڳهلي نه هي ڪو ونو سنت آهي. اندر واسنا ڪاڏڻ ۽ ٻهرڻ جي هڄيس اهڙو پاکنڊي نه هجي. من وچن ۽ سرير سان ڪنهنکي دک نه ڏئي مطلب ته من ۾ ڪنهن سان برائي نه رکي واڻيءَ سان ڪنهنکي برو به نه چوي ۽ سرير سان ڪنهنکي ماري** نه ۽ ڪيس جيڪو دک ڏئي تنهن سان به برائي نه ڪري بلڪ ڌيرج ڌاري سڀ سان اَڌين تي هلي ۽ جيڪو منهنجي گيان ٻتائڻ وارو گرو هجي تنهنجي شيوا ڪري، پاڻيءَ ۽ مٽيءَ سان پنهنجي د يهه کي پوتر ڪري، من ۽ اندرين کي ڀوڳن کان اُداس ڪري ۽ **اهنڪار کان پري رهي**، جيڪو پراڻي هي ساڌن ڪري تو اهو جنم مرڻ آد دکن کان مکت

ٿيندو. استري ۽ ٻين ڪٽنب جي پالڻ سان موهه نه رکي، متر ۽ شترو کي هڪ سمان ڄاڻي ۽ مون سان آنند ۾ رهي جيئن ٻنهي پتني استري ٻنهي پتيءَ جي شوڀا ۾ رهندي آهي ۽ پرائي پرش ڏي نهاريندي ئي نه آهي تيئن مهاتما ڀڳت منهنجو ئي سمرڻ ڪن ٿا ۽ انهن کي نه ڪا نالو نه ولندا آهن ۽ جيڪو اهڙيءَ ريت مونسان ٿئي ۽ ايڪانت ۾ وهي ۽ سنساري ماڻهن جي پريت نه ڪري، هي ارجن! هي سڀ ساڌن مون لوڪن کان جي ڪري ڇپا آهن. انهن ساڌن کان سواءِ ٻيو عمڪي ڪري سو اگياني سمجهه. جيئن ڏيئي جو سامان لڪل، ڪمهه ۽ باهه اهي سڀ گڏ ڪيا لڏهن ڏيئو ٻرندو ۽ گهر ۾ رکيو هوندو نه اهو سڀ ڏسڻ ۾ ايندو سو گيان ڪڙو ڏيئو ٿيو. هي ارجن! گيهه نه مان آهيان انهيءَ ڪري منهنجو نالو گيان گيه آهي. جنهنجي ٻڌڻ ڪري جمڻ مرڻ کان پرش ڇٽي ٿو. جيئن امرت پيئڻ ڪري ديهه اروڳ ٿيندي آهي تيئن منهنجي گيه روپ گيان سڌڻ ڪري امر ٿئي ٿو. گيه انادي آهي جنهنجي آد ڪانهي ۽ سڀ کان ٻري آهي انهيءَ ڪري انکي پار برهم چون ٿا. ديهه ۽ جيءَ انهيءَ کان ٻري آهي ۽ اسن، هٿن، مٿي، ڪنن ۽ ٻين سيني انگن ۾ وياپڪ آهي ۽ سيني کان ٻري نه آهي، سيني سان ملل به آهي ۽ سيني جي ڪرڻ وارو نه آهي ورڪ نرگڻ به آهي ۽ سيني گڻن کي ڀوڳي، نه ٿو. وڻ ٽڻ ۽ هلند ڙ

جيو ڀوت پراڻي انهنجي اندر ۽ ٻاهر ٻه آهي ۽ اهڙو سڪي آهي جو ڄاڻو نٿو وڃي انهيءَ ڪري پرميشور کي سڀ کان پري چون ٿا. هو سڀ ۾ وياپڪ ۽ سڀ کان نيارو به آهي. هي اَرجن! تون اهو ڳيه مونکي سمجهه جڏهن ساري سنسار کي ناس ڪندو آهيان تڏهن منهنجو نالو گراسر چوندا آهن ۽ جڏهن وري سنسار کي پيدا ڪندو آهيان تڏهن منهنجو نالو اُتپت ڪرتا چوندا آهن ۽ سنسار جي اندر ۽ ٻاهر وياپڪ ٿي رهيو آهيان انهيءَ ڪري منهنجو نالو وشنو چوندا آهن. سورج آد کان وٺي جيترا به تيجه وارا پدارت آهن انهن سڀني جي جوت تون مونکي سمجهه ۽ جيڪو انڌڪار آهي ۽ اگيان آهي انهن کان پري آهيان. هي ارجن! اهو ڳيه جي ڄاڻڻ جو، گيان آهي انهيءَ گيان ڪري ڄاڻڻ ۾ اچان ٿو ۽ هٿن سان وٺڻ ۾ نٿو اچان ۽ اکين سان ڏسڻ ۾ نٿو اچان ۽ سڀني جي هردن ۾ آهيان. هي اَرجن! کيتر، کيترگيه ۽ گيان ڳيه جو وستار مون توکي چڱيءَ پرڪار ٻڌايو آهي. هي اَرجن! منهنجا ڀڳت مونکي انهيءَ ريت ڄاڻي منهنجن چرڻن ۾ پريت لڳائين ٿا. هي اَرجن! هاڻي پرڪرتي ۽ پرکه جو وستار ٻڌ. **پرڪرتي** (مايا) ۽ **پرکه** (جيو) انهن کي انادي سمجهه ائين سمجهه ته وڪار ۽ گڻ پرڪرتيءَ مان اُپجن ٿين ٿا. ڪاريه (سرير) ۽ ڪارڻ (اندرين) ان ڪري پرڪرتي چئجي ٿي ۽ سک دک جي ڀوڳڻ جو ڪارڻ پرکه چئجي ٿو. هاڻي درشٽانت ٻڌ.

تسدو. استري ۽ ٻين ڪٽنب جي ٻانهن سان موهه نه
رکي، متر ۽ شترو کي هڪ سمان ڄاڻي ۽ مون سان آنند
۾ رهي جنهن پتور تا استري ٻههڻي پتيءَ جي شيوا ۾
رهندي آهي ۽ پراڻي پرش ڏي نهارينديب بـ نه آهي
تنهن جهڙا پيڪت منهنجو ڀي سمرن ڪن ٿا ۽ ٻئي
ڪنهن جو ٻه ناڻو نه وٺندا آهن ۽ جيڪو اهڙيءَ ريت
مولسان لڳي ۽ ايڪانت ۾ وهي ۽ سنساري ماڻهن جي
پريت نه ڪري. هي ارجن! هي سڀ ساڌن مون لوکي
گيان جي ڪري چيا آهن. انهن ساڌنن کان سواءِ ٻيو
جيڪي ڪري سو اگياني سمجهه. جنهن ڏيئي جو سامان
تيل، ڪيهه ۽ ناهه اهي سڀ گڏ ڪيا تڏهن ڏيئو ٻرندو
۽ گهر ۾ رکيو هوندو ته اهو سڀ ڏسڻ ۾ ايندو سو گيان
هڪڙو ڏيئو ٿيو. هي ارجن! گهر نه مان آهيان انهيءَ
ڪري منهنجو ناڻو گيان ڪي آهي. منهنجي ٻڌڻ ڪري
جنڻ مرڻ کان پرش ڇٽي ٿو. جنهن امرت پيئڻ ڪري
ديهه اروڳ تندرست آهي تيئن منهنجي گيه روپ گيان
سنڌ ڪري امر ٿئي ٿو. گيه انادي آهي منهنجي
آڌ ڪانهي ۽ سڀ کان پري آهي انهيءَ ڪري انکي
پار برهم چون ٿا. ديهه ۽ جيءَ انهيءَ کان پري آهي ۽
انهن، هٿن، متي، ڪنن ۽ ٻين سڀني انگن ۾ وياپڪ
آهي ۽ سڀني کان پري نه آهي، سڀني سان ملبل بـ
آهي ۽ سڀني جي ڪرڻ وارو نه آهي ورڪ نرگڻ بـ
آهي ۽ سڀني گڻن کي پوگي ٻه آو. وڻ لڻا ۽ هلندڙ

جيو پوت پراڻي انهنجي اندر ۽ ٻاهر بہ آهي ۽ اهڙو سکي آهي جو ڄاڻو نٿو وڃي انهيءَ ڪري پرميشور کي سڀ ڪان پري چون ٿا. هو سڀ ۾ وياپڪ ۽ سڀ ڪان نيارو بہ آهي. هي اَرجن! تون اهو گيہ مونکي سمجھ جڏهن ساري سنسار کي ناس ڪندو آهيان تڏهن گراسر چوندا آهن ۽ جڏهن وري سنسار کي پيدا ڪندو آهيان تڏهن منهنجو نالو اُتپت ڪرتا چوندا آهن ۽ سنسار جي اندر ۽ ٻاهر وياپڪ ٿي رهيو آهيان انهيءَ ڪري منهنجو نالو وشنو چوندا آهن. سورج آد ڪان وٺي جيترا بہ تيجہ وارا پدارٿ آهن انهن سڀني جي جوت تون مونکي سمجھ ۽ جيڪو اندڪار آهي ۽ اگيان آهي انهن ڪان پري آهيان. هي ارجن! اهو گيہ جي ڄاڻڻ جو، گيان آهي انهيءَ گيان ڪري ڄاڻڻ ۾ اچان ٿو ۽ هٿن سان وٺڻ ۾ نٿو اچان ۽ اکين سان ڏسڻ ۾ نٿو اچان ۽ سڀني جي هردن ۾ آهيان. هي اَرجن! کيتر، کيترگيہ ۽ گيان گيہ جو وستار مون توکي چڱيءَ پرڪار ٻڌايو آهي. هي اَرجن! منهنجا ڀڳت مونکي انهيءَ ريت ڄاڻي منهنجن چرنن ۾ پريت لڳائين ٿا. هي اَرجن! هاڻي پرڪرتي ۽ پرکہ جو وستار ٻڌ. **پرڪرتي** (مايا) **۽ پرکہ** (جيو) انهن کي انادي سمجھ ائين سمجھ تہ وڪار ۽ گڻ پرڪرتيءَ مان اُتپن ٿين ٿا. ڪاريہ (سرير) ۽ ڪارڻ (اندرين). ان ڪري پرڪرتي چئجي ٿي ۽ سکہ دکہ جي ڀوڳڻ جو ڪارڻ پرکہ چئجي ٿو. هاڻي درشٽانت ٻڌ.

تندو. استري ۽ ٻن ڪٽنب جي پاڻن سان موهه نه
رکي، متر ۽ شترو ڪي هڪ سمان ڄاڻي ۽ مون سان آنند
۾ رهي جيئن پتيورتا استري پنهنجي پتيءَ جي شيوا ۾
رهندي آهي ۽ پرائي پرش ڏي نهاريندي بہ نہ آهي
ليڪن منهنجا ڀڳت منهنجو ئي سمرڻ ڪن ٿا ۽ ٻئي
ڪنهن جو نہ نالو نہ وٺندا آهن ۽ جيڪو اهڙيءَ ريت
مونسان لڳي ۽ ايڪانت ۾ وهي ۽ سنساري ماڻهن جي
پريت نہ ڪري. هي ارجن! هي سڀ ساڌن مون لوڪي
گيان جي ڪري چيا آهن. انهن ساڌنن کان سواءِ ٻيو
جيڪي ڪري سو اگيان سمجهہ. جيئن ڏيئي جو سامان
تيل، ڪپهہ ۽ ٻاٽ اهي سڀ گڏ ڪيا لڳهن ڏيئو ٻرندو
۽ گهر ۾ رکيو هوندو نہ اهو سڀ ڏسڻ ۾ ايندو سو گيان
هڪڙو ڏيئو ٿيو. هي ارجن! گهر نہ مان آهيان انهيءَ
ڪري منهنجو نالو گيان گهر آهي. جنهنجي ٻڌڻ ڪري
جنم مرڻ کان پرش ڇٽي ٿو. جيئن امرت پيئڻ ڪري
ديهہ اروڳ ٿيندي آهي ليڪن منهنجي گهر روپ گيان
ٻڌڻ ڪري امر ٿئي ٿو. گهر انادي آهي جنهنجي
آد ڪانهي ۽ سڀ کان پري آهي انهيءَ ڪري انکي
پار برهم چون ٿا. ديهہ ۽ جيءَ انهيءَ کان پري آهي ۽
اهي، هٿ، مٽي، ڪنن ۽ ٻن سيني انگن ۾ وياپڪ
آهي ۽ سيني کان پري نہ آهي، سيني سان مليل بہ
آهي ۽ سيني جي ڪرڻ وارو بہ آهي وري نرگڻ بہ
آهي ۽ سيني گڻن کي ڀوڳي بہ ٿو. وڻ ٽڻ ۽ جلند ڙ

جيئو ڀونت پراڻي انهنجي اندر ۽ ٻاهر ٻه آهي ۽ اهڙو سڪي آهي جو چاتو نٿو وڃي انهيءَ ڪري پرميشور کي سڀ کان پري چون ٿا. هو سڀ ۾ وياپڪ ۽ سڀ کان نيارو ٻه آهي. هي اَرجن! تون اهو ڳيه مونکي سمجهه جڏهن ساري سنسار کي ناس ڪندو آهيان تڏهن منهنجو نالو گراسو چوندا آهن ۽ جڏهن وري سنسار کي پيدا ڪندو آهيان تڏهن منهنجو نالو اُتپت ڪرتا چوندا آهن ۽ سنسار جي اندر ۽ ٻاهر وياپڪ ٿي رهيو آهيان انهيءَ ڪري منهنجو نالو وشنو چوندا آهن. سورج آد کان وٺي جيترا ٻه تيج وارا پدارٿ آهن انهن سڀني جي جوت تون مونکي سمجهه ۽ جيڪو اندڪار آهي ۽ اگيان آهي انهن کان پري آهيان. هي ارجن! اهو ڳيه جي ڄاڻڻ جو، گيان آهي انهيءَ گيان ڪري ڄاڻڻ ۾ اچان ٿو ۽ هٿن سان وٺڻ ۾ نٿو اچان ۽ اکين سان ڏسڻ ۾ نٿو اچان ۽ سڀني جي هردن ۾ آهيان. هي اَرجن! کيتر، کيترگيه ۽ گيان گيه جو وستار مون توکي چڱيءَ پرڪار ٻڌايو آهي. هي اَرجن! منهنجا ڀڳت مونکي انهيءَ ريت ڄاڻي منهنجن چرڻن ۾ پريت لڳائين ٿا. هي اَرجن! هاڻي پرڪرتي ۽ پرک جو وستار ٻڌ. **پرڪرتي (مايا) ۽ پرک (جيو)** انهن کي انادي سمجهه اُئين سمجهه ته وڪار ۽ گڻ پرڪرتيءَ مان اُپجن ٿين ٿا. ڪاريه (سرير) ۽ ڪارڻ (اندرين) ان ڪري پرڪرتي چئجي ٿي ۽ سک دک جي ڀوڳڻ جو ڪارڻ پرک چئجي ٿو. هاڻي درشٽانت ٻڌ.

مٽيءَ جو ٿانءُ هڪڙو ڪارڻ آهي. جنهن مٽيءَ مان ٺاهيو
ويو سا مٽي ان جو ڪارڻ آهي ۽ جنهن ڪنڀر ٺاهيو
تنهنکي ڪرتا چئجي. سو هي ارجن! هي سنسار جو
ڪارڻ آهي سو ڪارڻ ٻ. مايا آهي هي سنسار مايا جو
سروپ آهي سنسار جو ڪارڻ مايا ئي آهي. مايا مان
ئي سنسار اُلپت ٿيو آهي، سنسار! جي ڪرڻ هاري ٻ
مايا آهي سو اهي ٽئي ڳالهيون مايا مان سمجهه. هي
ارجن! هي سارو ورتانت مايا جو آهي. هاڻي پرڪرتي جو
جيو آهي تنهنجو اُرت ٻڌ. هن پرڪرتيءَ جو پيدا ڪيل
جو سرير ٿالي جو شهر آهي سو هن سرير ۾ دک ۽ سک
ڀوڳڻ وارو جيو آهي. مايا مان جا ديهه پيدا ٿي آهي ۽
اندرين ۾ ٿي گڻ آهن انهن سڀني کي ڀوڳي ٿو. گڻن
جي سنگت ڪري هي جيو جونين ۾ پيو ڦري. هي
ارجن! هاڻي منهنجي ڳالهه ٻڌ. مان ڪهڙو آهيان؟ هن
مايا ۽ جيو گڏجي منهنجي اڳيان ڪهڙو مزو ناهيو آهي
سو انهيءَ کيل يا مزي جي ڏسڻ وارو مان آهيان. جيو
۽ مايا جي ناڙڻ وارو ٻ مان آهيان. هي ارجن! اهي
ٽي مونکي نمسڪار ڪن ٿا. انهن ٽنهي جو نساءُ ڪرڻ
وارو ٻ مان آهيان. هن جيو ۽ ديهه کان پرڪي آهيان
انهيءَ ڪري مونکي پرماتما چون ٿا ۽ جيڪو مايا جي
دک ۽ سک جي ڀوڳڻ وارو جيو کي جاڻي ۽ ديهه ۽ -
اندرين جي گڻن کي جاڻي ۽ انهيءَ جو ساکيا ڏسڻ وارو
جو مونکي جاڻي ۽ نيارو سمجهي ته انهيءَ جي جاڻڻ جو
ڦل ڇاٿو پائي سو ٻڌ. هو هر جو هن سنسار ۾ جمڻ ۽

مرڻ آهي تنهن کان مکت ٿيندو. ڪرم جيو لاءِ بنڌ
آهن پر جي سڀ ڪرم ايشور ارپڻ ڪجن ته اهي بعدر
نه آهن. اهڙيءَ طرح جنهنکي ڀڳوان جو ڀئُو آهي ۽ جو
اُنٽي ڦهر ڦريوءَ کي ڏٺائي ٿو سو پاپ ڪرم ڪندو ٿي
ڪين. پاپ جو مول لوڀ آهي. ڪي ڌيان مارگ کان
آتما کي پاڻ ۾ پسن ٿا ڪي گيان مارگ کان ۽ ٻيا وري
ڪرم مارگ کان ڪي وري منهنجن ڀڳتن کان منهنجي
مهما ٻڌن ٿا ۽ منهنجي مهما ٻڌي مون ۾ پريت ڪندا
۽ منهنجو نالو جپين ٿا. اهي پرش منهنجي پرم گت کي
پائيندا. هي ارجن! جيڪي وڻ ٽڻ يا هلندڙ جيو ڀوت
پراڻي اُتپت ٿيا آهن انهن سڀني ۾ هڪڙو مان ئي وياپڪ
آهيان ۽ ديهه جي ناس ٿيڻ ڪري مان ناس نٿو ٿيان،
جن اهڙو مونکي ڪري ڄاتو آهي ۽ سڀني ۾ مونکي
سمجهيو اٿن، اهي انهيءَ ڪري سڀ ڄا سک ڏيندڙ
ٿي ٿا رهن ۽ ڪنهنکي ٻسر دک نٿا ڏين سي منهنجي
ابناسي پد کي پائيندا. هي ارجن! جيڪي ڪرم ٿيندا
سي سڀ اندرين ۽ من کان ٿين ٿا. اهي سڀ مايا مان
پيدا ٿيا آهن. آتما ڪجھ به نٿو ڪري. هي جيڪو ڀوت
پراڻين جو وستار ڏسين ٿو اهو سڀ هڪ ايشور جو
ڪري ڏس. هي ارجن! جڏهن تون اهڙو ٿيندين تڏهن
تون برهم کي پائيندين ۽ اهو برهم آنند آهي جنهن جي
آد ۽ انت ڪانهي ۽ نرگڻ آهي، گڻن کان پري آهي ۽
ابناسي آهي. هي ڪنتي نندن! هڪڙو ٻيو به منهنجو

پرڪاش بہ جنهن جي اڳيان ٻيا پرڪاش ڪجهہ نہ آهن. جيئن سورج سڀني جي مٿان اوپر کان پرڪاش ڪندو آهي ۽ يڪدم سڀني ديسن ۾ پرڪاش ٿي ويندو آهي، ليڪن هاٿيءَ کان وٺي ڪيڙيءَ تائين ساري سنسار ۾ هڪ ئي سڀ سڀني جيون کي پيدا ڪريان ٿو ۽ هڪ ئي وقت سڀني جي پالنا ڪيان ٿو. جڪي بہ جو گمان جي اکين سان منهنجو پرڪاش ويچاري ۽ منهنجي اُستتي ڪري تہ شري ڪرشن ڀڳوان ڏنو آهي جو هڪ کي ۾ سارو سنسار پيدا ڪري ٿو اهڙو جو ايشور سمرٿ آهي ۽ اهڙو پرم آتما آهي انهيءَ کي منهنجو وارون وار نمسڪار آهي. جيڪو پرش مونکي اهڙيءَ ريت جاڻي ۽ منهنجي اُستتي ڪري ٿو انهيءَ جو ڦل ٻڌ. اهڙو پرش جنم مرڻ جي دکن کان پار ٿي پرم پد کي پائي ٿو.

## تات پرج

هي ارجن! جنم، مرڻ ۽ ٻين دکن کان مڪت اهو ٿيندو جنهن جو منس من، وچن ۽ سرير سان ڪنهنکي دک نہ ڏني، سرير سان ڪنهن کي ماري نہ، واڻيءَ سان ڪنهنکي ٻرو نہ چوي ۽ من ڪري، اهنڪار نہ ڪري، جيڪڏهن ٻيو ڪير دک ڏئي تہ ڌيرج ڌاري ۽ شانت ٿي رهي.

## اِت شري ڀڳوت گيتا شري ڪرشن ارجن سنبادي ڪيتر، ڪيترگيہ وڀاڳ يوگ نالي تيرهون اڌياءِ پورو ٿيو.

# * تيرهين آڌياءَ جو مهاتم *

شري نارائڻ چوي ٿو تہ هي لڇمي! دکن ديس
۾ نامانالي هڪڙو نگر آهي اُتي هڪ پاپڻ اِستري
رهندي هئي. ماس ۽ شراب ورتائيندي هئي ۽ ڪڪرم
پڻ ڪندي هئي. هڪڙي ڏينهن هڪڙي ماڻهوءَ سان
ڪڪرم ڪيائين ۽ وري هنکي چيائين تہ فلاڻي جاءِ
تي مان تو وٽ ايندس ۽ تون بہ اُتي اچج. اهو ماڻهو
انهيءَ جهنگل ۾ ويو ۽ اها استري بہ اُتي ويئي. اُتي
۾ هڪڙو شينهن آيو. اها استري شينهن کي ڏسي ڀڄي
ويئي. شينهن چيس تہ هي استري! مان توکي کائيندس.
تڏهن استريءَ چيس تہ تون پنهنجي اڳئين جنم جي
ڳالهہ ٻڌاءِ تہ تون ڪير هئين. تڏهن شينهن چيو تہ مان
اڳئين جنم ۾ برهمڻ هوس. هڪڙي ڏينهن مايا جي لالچ
ڪري سوير صبوح جو گهر مان نڪري ٻاهر ويس ۽
رستي ۾ ڏڪو کاڌم، ڏڪي کائيندي ساھ نڪري ويم،
جم گڻ ڌرمراءِ وٽ وٺي هليا. ڌرمراءِ حڪم ڏنو تہ هن
پاپيءَ کي وڃي شينهن جو جنم ڏيو. تڏهن مونکي هيءَ
ديهہ ملي آهي. ڌرمراءِ مونکي حڪم ڏنو تہ جيڪي
پاپي آهن اُنهن کي ماري تون کائيندو ڪر، جيڪي
ساڌو ايشور جا ڀڳت هجن انهن جي ويجهو نہ وڃج.
تنهن ڪري هي استري! مان توکي کائيندس. ايترو
چئي ان استريءَ کي ماري کائي ويو. تڏهن ان استريءَ

# آڌياءُ چوڏهون

## [ ٽرگڻ وڀاڳ يوگ ]

شري ڪرشن ڀڳوان چوڻ لڳو ته هي ارجن! مان توکي ٻيهر گيان جو سڀني گيانن کان اُتم آهي سو ٻڌايان ٿو جنهن گيان جي ڄاڻڻ ڪري منهنجا ڀڳت، رکيشور، منيشور سڀ ساڌ ڪ منهنجي پرمانند ابناسي پد کي پائين ٿا ۽ جن منهنجي هن گيان جو آسرو ورتو آهي ۽ جن ٻڌو آهي ته شري ڪرشن اهڙو آهي،



جن اهڙو يقين ڪري منهنجو آسرو ورتو آهي ۽ منهنجيءَ شرن ۾ آيا آهن اهي ڄمڻ جهڙا نين ٿا. اهي منهنجا ڀڳت سنسار جي پرلئه سان پرلئه نٿا ٿين ۽ سنسار جي اتپت سان اتپت نٿا ٿين. جيئن مان آهيان تيئن منهنجا ڀڳت به آهن. هي ارجن! اها منهنجي ڀڳتن جي مهما ۽ ڦل آهي. هي ارجن! هاڻي اهو گيان به ٻڌ. منهنجو نالو مهد برهم آهي انهيءَ جو ارٿ ٻڌ. جڏهن سنسار جي پرلئه ٿيندي آهي تڏهن سنسار کي پنهنجي پيٽ ۾ رکندو آهيان ۽ جڏهن سنسار اُتپت ٿيندو آهي تڏهن ان کي پنهنجي پيٽ مان ٻاهر ڪڍندو آهيان

انهيءَ ڪري منهنجو ناٿو مهت برهم آهي ۽ مهت ڇڏي
وڏي ڪئي. هي اَرجن! برهم جي ڏيڻ وارو پتا ۽ مان
آهيان. راجس، تامس ۽ ساتڪ اهي ٽي گڻ منهنجيءَ
مايا مان پيدا ٿيا آهن. هي جو انسان جو ديهه ۾ آهي
اهو مايا ۽ ٽن گڻن سان ٻڌو پيو آهي انهن جو وستار
ٻڌ. اول ستو گڻ ٻڌ. هي نشپاپ! ستو گڻ نرمل هئڻ
سبب پرڪاشڪ ۽ شانتيءَ وارو آهي، هي ديهيءَ کي
سک ۽ گيان جو سنبنڌ ٿو ڪري. هاڻي **رجو گڻ** ٻڌ.
هي ڪونتيہ! رجو گڻ ڪامنا روپ هئڻ ڪري ترشنا ۽
سنگ جو مول آهي. اهو ديهيءَ کي ڪرم جي ڄار ۾
ڦاسائي ٿو. هاڻي **تمو گڻ** ٻڌ تمو گڻ جيڪو آهي تنهن
کي ٽون اصل اگيان سمجهه. پرميسور جي وسرڻ، آلس
ٿڪڻ، ننڊ گهٽي اچڻ، موهه ۾ ڦاسڻ، انهيءَ ريت جيو
ٽنهي گڻن ۾ ٻڌل آهن. ڪڏهن ستو، ڪڏهن تمو، ڪڏهن
رجو، اهي ڪڏهن وڌن ٿا ۽ ڪڏهن گهٽجن ٿا. جڏهن
سيني جي ديهه جي دوارن ۾ پرڪاش آهي، اکين ۾، ناسڪا
۾ ۽ جڏهن ٻڌان چڱيءَ ريت هلن، ڪنن ۾ شبد چڱيءَ
ريت پهچي، ديهه بيمار نه هجي، هيان ۾ دوارا ۽
صاف هجن ۽ من ۾ پرميسور جي يادگيري هجي جڏهن
اهڙا لڇڻ هجن تڏهن ڄاڻجي ته مون ۾ ستو گڻ آهي ۽
جڏهن رجو گڻ ايندو آهي تڏهن مايا جو لوڀ پيدا
ٿيندو آهي ۽ لالچ ڪري وڃي مايا جو ڪم ڪندو
آهي، ڪڏهن نه ڪرم ۽ ڪامنائن کان سواءِ واندو نہ

ويهندو آهي تڏهن ڄاڻي ته مون ۾ رجو گڻ ٿيو آهي
۽ جڏهن تمو گڻ وڌندو آهي تڏهن سڀني دئارن ۾
پرڪاش گهٽ ٿيندو آهي ۽ پرميشور جو وسرڻ ۽ استري
۽ پٽن ۾ موهه وڌندو آهي تڏهن ڄاڻي ته مون ۾ تمو گڻ
پيدا ٿيو آهي. هي اَرجن! هاڻي ٻيو ٻڌ. **ستي گڻ**
**۾ ديهه ڇڏيائين ته ديوتائن جي لوڪ ۾ وڃي**
**پراپت ٿيندو، رجي گڻ ۾ ديهه ڇڏيائين ته ماڻهن**
**ديهه پائي ۽ جي تمي گڻ ۾ ديهه ڇڏيائين ته**
**پسوءَ جي جوڻ پائي.** هي اَرجن! هاڻي انهن جو
ڦل ٻڌ. صفائي رجي گڻ جو ڦل آهي، دک تمي گڻ جو
ڦل آهي ۽ گيان ستي گڻ جو ڦل آهي. ستي گڻ مان
گيان پيدا ٿئي ٿو، رجي گڻ مان لوڀ پيدا ٿئي ٿو ۽
تمي گڻ مان ويسر، موهه ۽ اَگيان پيدا ٿئي ٿو. هي
اَرجن! منهنجي پد ۾ تڏهن ويندو جڏهن مونکي سڃاڻندو.
منهنجو سڃاڻڻ ڇا آهي سو ٻڌ. مان انهن ٽنهي گڻن جي
...ل کي ڏسڻ وارو ساکي آهيان. انهن ٽنهي گڻن کان
...و آهيان. اهڙي ريت جو مونکي سڃاڻي ٿو اهو
...نجي ابناسي پد کي پراپت ٿيندو. وري مان ڪهڙو
...ان؟ انهن ٽنهي گڻن کي پيدا ڪندڙ آهيان. جيو ۽
... کي اتپت ڪريان ٿو ۽ انهن سڀني کان وري نيارو
...ب ۾ آهيان. اهڙيءَ ريت جو ...
...رڻ کان ڇٽندو. اهڙي برهم

ڪري سنسار جي دکن کان ڇڏندو. ارجن شري ڪرشن ڀڳوان کي ڇوڏ لڳو ته هي پڇيو! **انهن ٽنهي گڻن کان ڪمئن لنگهي پار پئبو آهي،** انهن جا ڪهڙا لڇڻ ٿيندا آهن؟ شري ڪرشن ڀڳوان ڇوڏ لڳو ته هي ڪتني نندن! هي جو انهن گڻن سان ساڻ به آهي ۽ نيارو به آهي تنهن جا لڇڻ ٻڌ. ڪلمنا نه ڪري ته هي گڻ برو آهي ۽ ان جي متائڻ جو يتن به نه ڪري اهڙن گڻن کان اُداس رهي چوي ته منهنجو ان سان ڪهڙو واسطو آهي. جيئن برمسور جي مايا گڻن کي پيدا ڪيو آهي تيئن اهي ديهه ۾ سياويڪ پيا ورتن ۽ ماڻ انهن کان نيارو آهيان ۽ آتم سروپ آهيان. اهڙيءَ ريت گڻن کي هلائي چلائي ٿو. دک سک، گلا ۽ نيڪي هڪ سمان ڪري ڄاڻي. سون ۽ مٽي هڪ ڪري ڄاڻي، آدر نرادر، دشمن سڄڻ هڪ سمان ڪري ڄاڻي، هي ارجن! تو ٽنهي گڻن کان پوري رهڻ جو پرشن ڪيو آهي انهيءَ (گڻاتيت) جا اهي لڇڻ آهن ۽ جهڙيءَ ريت انهن ٽنهي گڻن کان پري ٿئي ٿو سو ٻڌ. هي ارجن! مون منجهه پريت رکي ۽ مون ۾ من لڳائي. تون ٿو چوي؟ **هي پڀو! مان تنهنجو داس آهيان ۽ تون منهنجو سوامي آهين.** مان اَڌين آهيان ۽ اناٿ آهيان ۽ مان تنهنجي هڪڙي گڻ کي به نٿو ڄاڻان. اوڪان سواءِ ٻيو ڪو ايشور ڪونهي ۽ مان جهڙن ڪرمن پر قابو پيو آهيان ۽ تون جهڙن جي ناس ڪرڻ وارو

آهين ۽ مان تنهنجي شرڻ ۾ آيو آهيان. شرن ۾ئي جي لڄا رک ۽ تون سڀ جو آسرو آهين. هي ارجن! جيڪو اهڙيءَ ريت منهنجو داس ٿي منهنجي ئي شرڻ ۾ اچي ٿو سوئي انهن ٽنهي گڻن کان لنگهي پار ٿوي ٿو ۽ برهم روپ بڻجڻ جي يوڳيه ٿئي ٿو. برهم جي استٿي سان آءٌ آهيان، اکٽ امرت جي استٿي سان آءٌ آهيان. سناتن ڌرم جي اُتم سک جي استٿي (آسرو) ٻڻ آءٌ ئي آهيان.

## تات پرج

اسان کي ستو گڻ وڌائڻ کپي باقي رجي گڻ ۽ تمي گڻ کي دبائڻ گهرجي. رجو گڻ موهه جو جار آهي ۽ تمو گڻ اگيان جو جار آهي انهن ٻنهي کان پاسو ڪرڻ لاءِ ستو گڻ ڌارڻ ڪجي ۽ اُن ۾ ئي شانتي ملي ٿي.

## اِتا شري ڀڳوت گيتا شري ڪرشن ارجن سنٻادي ترگڻ وڀاڳ يوگ نالي چوڏهون اڌياءُ پورو ٿيو.

## * چوڏهين اڌياءَ جو مهاتم *

شري نارائڻ چوڻ لڳو ته هي لڇمي! اتر ديس ۾ ڪشمير جي راجا جو نالو سورج ورما هو. انهيءَ جي سنگلديپ جي راجا سان پريت هئي. هڪڙي ڏينهن سنگلديپ جي راجا قيمتي گهوڙا هن راجا ڏي سوکڙي

ڪري موڪليا. تڏهن راجا اُن جي بدلي ۾ سون جي زنجيرن سان شڪاري ڪتا ٻڌي سنگلديپ جي راجا ڏي موڪليا. راجا ڪتا ڏسي ڏاڍو پرسن ٿيو ۽ هڪ ڏهاڙي ٻئي راجا سان شڪار ڪرڻ لاءِ ويو ۽ پاڻ ۾ ٺهراءُ ڪيائون ته جنهن جو ڪتو شڪار ڪري سو اهو شڪار کڻي. ٻنهي پنهنجا ڪتا ڇڏيا. اوچتو جهنگ مان هڪڙو سهو نڪتو. ڪتا اُنجي پٺيان پيا. جڏهن سهو ٻري نڪري ويو تڏهن سنگلديپ جي راجا جو ڪتو سهي کي پڪڙڻ لاءِ ڊوڙيو. ڪتي جو چڪ سهي کي لڳو ۽ سهو دانهون ڪندو اُتي پيو. پڇندي پڇندي جهنگ ۾ هڪڙو پاڻيءَ جو تلاءُ پرڻ هو ۽ ان جي ڀرسان هڪڙي ساڌوءَ جي ڪٽيا هئي انهيءَ تلاءَ ۾ سهو وڃي ڪريو، ڪتو به اُنجي مٿان وڃي ڪريو. اتفاق ۾ راجا به گهوڙو ڀڄائي اُتي اچي پهتو، ڏسي ته ٻئي مٿا پيا آهن ۽ ديوتائن جي ديهه پائي وئڪنٺ ڏي ٿا وڃن. اهي راجا کي چوڻ لڳا ته راجا! تون ڌنيه آهين، تنهنجي ٿي پرتاپ ڪري اسان ديو ديهه کي پاتو آهي. راجا پڇڻ لڳو ته اهو ڪيئن؟ انهن ٻنهي چيو ته اسانکي اها معرفتي پوي ته هن پاڻيءَ سان ڇهڻ ڪري اسان ڪيئن هيءَ ديهه پاتي آهي. پوءِ راجا چيو ته منهنجا ڀاڳ آهن جو توهان جو اُڌار ٿيو. پوءِ هو ٻئي وئڪنٺ رَوانا ٿي ويا. پوءِ راجا ڪٽيا ۾ ان ساڌوءَ وٽ ويو ۽ پرنام ڪري پڇڻ لڳو ته هي مهاراج! سهي ۽ ڪتي جو ڪيئن اُڌار

تيو. ساڌوءَ چيو ته هي راجا! هي جو تلاءُ جو پاڻي آهي اُن ۾ منهنجو گرو سنان ڪري گيتا جي چوڏهين اڌياءُ جو پاٺ ڪندو هو ۽ مان ٻه سنان ڪري گيتا جو پاٺ ڪندو آهيان، انهيءَ ڪري هن تلاءُ جي پاڻيءَ ڪي وَر مليل آهي. پوءِ راجا پڇڻ لڳو ته سنت ڏنهن آهن جن جي پرتاپ ڪري اهڙين جوڻين جو اُڌار ٿئي ٿو. هي مهاراج! مونکي هنن جي اڳئين جنم جي ڪٿا ٻڌايو ته هي ڪير هئا. ساڌوءَ چيو ته سهو ڪتو ٻئي اڳئين جنم ۾ برهمڻ هئا. سهو پنهنجي ڌرم کان ڀرشٽ ٿي پيو ۽ ڪتي پنهنجي اِستريءَ کي ڏاڍو هلاڪ ڪيو جنهنڪري استريءَ زهر ڏيئي ماري ڇڏيس. هي راجا! ٻئي مري ڌرمراءَ وٽ ويا. ڌرمراءَ حڪم ڏنو ته هڪڙي کي سهي جو جنم ڏيو ۽ ٻئي کي ڪتي جو. تڏهن راجا نمسڪار ڪري پنهنجي گهر آيو ۽ پنهنجي پنڊت کان ڏهاڙي گيتا جي چوڏهين اڌياءُ جو پاٺ ٻڌڻ لڳو. راجا جو ٻه ٻڌندي ٻڌندي اُڌار ٿيو ۽ ديهه تياڳي وئڪنٺ ڏي روانو ٿيو. شري نارائڻ چيو ته هي لڇمي! اهو چوڏهين اڌياءُ جو مهاتم آهي.

## اِت شري ڀڳوت گيتا جي چوڏهين اَڌياءُ جو مهاتم پورو ٿيو.

# اڌياءُ پندرهون

## ( پرشوتم يوگ )

شري ڪرشن ڀڳوان چوڻ لڳو تہ هي ارجن! هي سنسار سرج آهي يعني وڻ



جي مثل آهي سو هن وڻ جو حال ڪهڙو آهي؟ هنجي پاڙ مٿي ۽ ٽاريون هيٺ آهن. هي اونڌو وڻ آهي جيئن پاڻ ماءُ جي پيٽ ۾ هوندو آهي، انهو سر هيٺ هوندو آهي. هي ارجن! هن جو منهن تڙ آهي ۽ همٿ پير انهون ٽاريون آهن.

جڏهن پيٽ کان ٻاهر نڪرندو آهي تڏهن اُبتو هوندو آهي انهيءَ ڪري اُبتو وڻ آهي. هي ارجن! هنکي ابناس بہ چوندا آهن جنهن جو ارٿ بہ. **آتما امر آهي ۽ ديهہ ناسونت آهي** ۽ ويد هن جي وڻ جا پن آهن. هن وڻ کي جيڪو سڃاڻي سو ٻورن ويد جو پڙهندڙ آهي. هي وڻ مٿي برهما جي لوڪ ۽ هيٺ شش ناڳ جي لوڪ تائين آهي. ستو، رجو ۽ تمو تنهي گڻ هن وڻ جا ڏار آهن. سنگهڻ، ڏسڻ، ٻڌڻ، کائڻ پيئڻ ۽ ٻيون هن وڻ جا ڇڳا آهن ۽ هن وڻ جي پاڙ ڪهڙي آهي جنهن مان هي وڻ لڳل آهي سو ٻڌ.

هي ارجن! مان ۽ منهنجي اِچا هن وڻ جي ٻوٽي پرتوي آهي جنهن تي هي وڻ بيٺل آهي ۽ ٻيو ته مان آهيان، هي منهنجو نالو آهي، هيءَ منهنجي ذات آهي، انهيءَ پرتويءَ تي هي وڻ جميل آهي جنهنجي ڪيرائڻ جي نوڙي ڪهڙي آهي؟ اها نوڙي ڪتب جا پاتي آهن جي هن وڻ سان پڌا پيا آهن ۽ هن وڻ کي ڪو سمجهي نٿو. ڇو ته هنجي آد ۽ انت ڪنهن ڪونه پاتي آهي، مان ۽ منهنجي انهيءَ چنڙن ۾ لڳو پيو آهي. هي ارجن! هن مايا روپي وڻ تي هيءَ جيو ڦاٿو پيو آهي. هن وڻ جي ڪپڻ جو اُپاءُ هي آهي ته اول ڪتب جي ماڻهن جو سنگ تياڳ ڪر. اهو اسنگ (ويراڳ) هڪڙو شستر آهي. (جيسين منش وشين سان اسهڪار نٿو ڪري تيسين هو منجهن غلطان رهندو. وشين سان رلي ملي هلي تو پوءِ ڪانئن آجو ٿيڻ ناممڪن آهي. انهيءَ شستر کي ڪهڙن هٿن سان وٺجي؟ پرم پرشارت ڪري پڪو نشچو رکڻ آهي هٿ آهن. اسنگتا روپي تلوار پرشارت روپي هٿن ۾ کڻي جنهن ڪري وري سنسار ۾ جمڻ مرڻ کان ڇٽي پوي تو اهو ڪهڙيءَ ريت؟ ٻڌي هٿ ٻڌي سبس نمائي

**پرمپشور کي نمسڪار ڪري ۽ زبان سان چوي ته هي آد پرک! مان تنهنجي شرڻ آيو آهيان. هي ارجن! آد پرک جو اُرٿ ٻڌ ۽ مهما ٻڌ**

ڪيترا ڪروڙ جوجن وشڪنٽ ڪان مٿي آستان آهي ۽
نر آڌار آسرو آهي ڪنهن ني ۽ آڌار ڪونهيس اهڙو
هن جو استان آهي. انهيءَ آد پرکـ جي استان لي
ڪيئي ڪروڙ برهمنڊ ڪيئي ڪروڙ چوراسي لک جوڻيون
پن پن رهنديون سان پرپور آهن ۽ سدائين نکون پيون ۽
وري نه پورن جو پورن آهن ۽ سدائين اچل آهن اهڙو
آد پرک جو پرتاپ آهي ۽ ساري سنسار ۾ پري پورن
آهي ۽ ساري حڪمت جو ايشور آهي. اهڙي ايشور جي
حڪم شرن آيو آهي ۽ پاڻ کي جنهن نرماڻ ڪيو آهي
۽ ڪسٽ نه رکي ۽ ايڪانت ۾ رهي ۽ پنڊتن ڪان پري
رهي ۽ ايشور جو پڄن ڪري ۽ **جيڪو دم ڪٽي
ڌهنسان اُن جو نالو جپي، آد پرک، الک پرک،
دويه پرک پرماتما، نارائڻ، هري اوم، ڪرشن
گوبند، پرمشور، ڀڳت وڇل، آد نالن جو جاپ
ڪري.** منهنجي حرفن جي شوا ڪري، منهنجي پڄن
ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن جو نه سمرڻ نه ڪري. اهڙيءَ ريت
جيڪو منهنجي شرن اچي تو انهيءَ کي مان جا تو
ڪريان؟ جي سنسار جو سڪ ڏک هرڪ شوڪ سان پريل
آهي تنهنکان مان الڳ مڪت تو ڪريان ۽ انڪي اناسي
پد ۾ لئه تو ڪريان. اهو ڪهڙو پد آهي! جتي سورج،
چندرما جي نه شڪتي ناهي اهڙي پد ۾ وڃي تو ۽
وري گرڀ ۾ نئو اچي اهڙو منهنجو ابناسي گهر آهي

تنهن ۾ وڃي پراپت ٿئي ٿو. هي اَرجن! هاڻي ٻيو ٻڌ. هي جو سيني ۾ جيو پوت آهي سو منهنجو اَنس آهي جو سناتن ۽ پراتن آهي. پنج اِندريون ۽ ڇهون من آهي. ڇهه ئي پنهنجي پنهنجي گڻ ڪري هن جيو کي پيا ڇڪين- هاڻي شرير جي ڌارڻ ۽ شرير جو تياڳڻ ٻڌ. هن ديهه جو سوامي جو جيءُ آهي سو جيءُ جڏهن ديهه کي تياڳي ٿو تڏهن ديهه کي اورانگهي ٿو. جيئن هڪڙو پير کڻي اڳتي رکجي ۽ ٻيون پير کڻي ان پير جي اڳيان رکجي تهڙيءَ ريت ديهه جو تياڳڻ آهي ۽ ٻيءَ ديهه کي وٺڻ معنيٰ هن جيءَ کي اورانگهڻ آهي ۽ **جيءُ جنهن ڪامنا سان ديهه کي تياڳي ٿو سا ڪامنا پاڻ سان وٺي وڃي ٿو.** جيئن هوا ڪنهن شيءِ جي مٿان لنگهي ته انهيءَ شيءِ جي بوءِ ايندي آهي تيئن جنهن ڪامنا ڪري سرير جو تياڳ، ٿئي ٿو انهيءَ ڪامنا کي وٺي وڃي ٿو. اکيون، ڪن، کل، نڪ ۽ جڀ انهن جو اهنڪاري ڇهون من انهن سان ملي ڪري هي جيءُ وشين کي ڀوڳي ٿو. ڪائڻ پيئڻ، هلڻ چلڻ، ويهڻ اُٿڻ ۽ ٻيا جي ڪم ڪري ٿو سي سڀ هيءُ من ۽ اندرين سان ملي ڪري ٿو ٻر جيڪي مورک آهن انهن کي ڏسڻ ۾ نٿو اچي ۽ جيڪي گياني آهي سي انهيءَ کيل کي ڏسين ٿا سو اهي گياني گيان جي ئي اکين سان ڏسن ٿا. سو اهي گيان جون اکيون کهڙيون آهن. هي ارجن!

جڏهن منهنجي گيان يوگ سان ڳنڍجي ٿو تڏهن سمرڻ
ڪرڻ ڪري گيان جون اکيون ٿين ٿيون. انهن گيانين
۾ نه ڪو منهنجي سمرڻ ڪري ٻوڙو ٿيو آهي انهيءَ کي
گيان جون اکيون ٿيون آهن سو انهن اکين سان منهنجو
ڪوتڪ يا ڪمل ڏسي ٿو. هي سورج جو پنهنجي
پرڪاش سان ٽنهي لوڪن ۾ جو انڌڪار آهي تنهن کي
ڪڍي ٿو ليڪن سورج ۾ وري پرڪاش ايشور جو ڄاڻ.
انهيءَ ريت چندرما ۾ جو پرڪاش آهي سو نه منهنجو
ڄاڻ ۽ پرٿوي جا سيني کي ٻاڻ اي ڪٽي بيٺي آهي
سو انهيءَ پرٿويءَ جي هنان جيڪو ٻل آهي سو ايشور
جو آهي ۽ جتوا تل ڦول ميوا ۽ اناج گاهه وڻ ٽڻ آهن
انهن سڀني ۾ چندرما جي ڪرڻن سان جو رس پوي
ٿو اهو رس مان آهيان ۽ سڀني جي هردي ۾ جيوڙا،
اگني مان آهيان، پراڻ به مان آهيان، اندر ۾ جيڪا
اگني آهي جنهن سان پراڻي چئن پرڪارن جا ڀوڄن ڪن
ٿا انهن ڀوڄن کي مان ئي پچايان ٿو. هي ارجن! چئن
پرڪارن جا ڀوڄن (اَن) ٿا. **لهيج، چوسج، ڀکم ۽
ڀوڄم اهي چئن پرڪارن جا اَن، آهن.** جيڪو
اَن ڏاڙهن ۾ چٻاڻي کائجي ٿو سو ڀکم آهي ۽ جيڪو
ڪجهه اَن جانور، چٽا، مڱ، جوئر ۽ موٺ آد ڪان ولي
کائجي ٿو سو ڀوڄم آهي. گدرا، هنداڻا، بادرنگ ۽
بسها آد جيڪي کائجن ٿا سو **لهيج** آهي. ڪر، ڏڌ،

لسي، شربت ۽ پاڻي آد جيڪو پيئجي ٿو پيهاج آهي.
اهي چئن پرڪارن جا اَن آهن. هي اَرجن! سڀني جي
هردن ۾ مان ئي براجمان آهيان. سڀني جي هردن ۾
ويهي گيان ڏيئي ماڻهن کان چڱا ڪرم ڪرايان ٿو ۽
مان ئي انهن کي اگيان ڏيئي پاپ ڪرم ڪرايان ٿو.
ويدن جي جاڻڻ وارو به مان آهيان. ويدن جو انت
جا آهي ۽ جيتري ويدن جي مت آهي سا منهنجي
اُستتي ڪري ٿي. جڏهن مهما ڪندي ويد جي مت
به رهجي وڃي ٿي يعني ٿڪجي پوي ٿي تڏهن **نيت،**
**نيت، نيت (بي انت)** پڪاريندي آهي ارٿات
چوندي آهي ته تنهنجيءَ مهما جاڻڻ لاءِ اسمرٿ آهيان
انهيءَ ڪري ويدن جي انت جاڻڻ وارو آءٌ آهيان.
هي ارجن! هاڻي ٻيو ٻڌ. هي جو ديهه ڌارين جو پسارو
آهي اهو سارو پسارو ٻن جڻن جو آهي. هڪڙو پرش
ناس ٿئي ٿو ۽ ٻيو پرش اَبناسي آهي. هي جو گهٽن
تنن جو سوبر پرش آهي سو ناس ٿئي ٿو ۽ ٻيو پرش
آتما ابناسي آهي. جنهنکي پرماتما چوندا آهن انهيءَ
جو وڏو پرتاپ آهي سو ٻڌ. منهنجيءَ اک پنڻ ڪري
برهما کان وٺي آد ڪيٽليءَ تائين سڀني ڀوت پراڻين جي
پالنا ٿيندي آهي ۽ وري جڏهن اک ٻوٽيان تڏهن هڪ
پلڪ ۾ چوڏهان ئي ڀون پرلئه ٿي ويندا آهن. اهڙي
وڏي پرتاپ وارو مان آهيان انهيءَ ڪري مون کي

پرماتما چوندا آهن ۽ پرشوتم به چوندا آهن. هي ارجن!
انهيءَ پرشوتم مان آهيان ۽ جيڪو ڀڳت موکي پرشوتم ڪري
ڄاڻو آهي تنهن کي ڄاڻو ڪرڻو آهي تنهن کي سدائين
منهنجو ڀڄن ڪرڻ گهرجي. اها ڳجهي ودّيا مون توکي
ٻڌائي آهي. اها ڳجهي ودّيا ڄاڻي منش ٻڌيوان ٿئي
۽ پنهنجو جنم سڦلو ڪري ٿو.

## تات پرج

جيڪي سدائين ايشور جو ڀڄن ڪن ٿا ۽ جيڪي
نرايمان ۽ نرموهه آهن. جن سنگ (ڪسنگ) تياڳيو آهي.
جيڪي پرماتما جي سروپ ويچارڻ ۾ لسن آهن ۽
ڪامنائون جن جون هڪدم نورت ٿي ويون آهن ۽
جيڪي سک دک جي اوڏن کان لنگهي متي ٿيا آهن
سي ئي اوناشي پد کي پائن ٿا.

## اِتي شري ڀڳوت گيتا شري ڪرشن ارجن سنبادي پرشوتم يوگ نالي پندرهون آڌياءِ پورو ٿيو.

# * پندرهين اڌياءَ جو مهاتم *

شري نارائڻ چوي ٿو تہ هي لڇمي! اُتر ديس ۾ هڪڙو نرسنگهہ نالي راجا هو ۽ سرپاٿو نالي اُنجو منتري (وزير) هو. راجا جو اُن تي ڏاڍو وشواس هو پر وزير جي من ۾ اهو کوٽ ٿيو تہ راجا کي ماري مان راجا ٿيان. هڪڙي ڏينهن ڏٺائين تہ سڀ سمهيا پيا آهن ۽ راجا بہ سمهيو پيو آهي. اهو وجهہ ڏسي راجا کي ماري وڌائين. پوءِ راجائي ڪرڻ لڳو. ڪيترا ڏينهن راجائي ڪري نيٺ مري ويو. جم گڻ ڌرمراج وٽ وٺي ويس. ڌرمراج چيو تہ هي جم دوتو! هي وڏو پاپي آهي. هن کي وڏي گهور نرڪ ۾ وجهو! هي لڇمي! انهيءَ ريت اهو پاپي ڪيترائي نرڪ ڀوڳي گهوڙي جي جنم ۾ ويو ۽ هڪڙي گهوڙن جي سوداگر اهو گهوڙو پئسن تي خريد ڪيو ۽ هن پيا بہ ڪيترائي گهوڙا ورتا ۽ پنهنجي ملڪ ۾ آيو تڏهن اتي جي راجا ٻڌو تہ فلاڻو سوداگر سٺا گهوڙا وٺي آيو آهي. پوءِ راجا ماڻهو موڪلي گهرايس ۽ گهڻائي گهوڙا راجا ورتا ۽ اهو گهوڙو بہ ورتائين. گهوڙي راجا کي ڏسي سر نوايو. راجا ڏسي چيو تہ هي ڪهڙو سبب آهي جو هن گهوڙي سر نوايو آهي. پوءِ راجا پنڊت کي گهرائي انکان پڇيو تہ هي ڇا؟ پنڊت چيو تہ هي راجا! توهان کي راجا سمجهي هن گهوڙي سر نوايو آهي. تڏهن راجا چيو تہ ائين نہ آهي.

ڪبوترن ڏٺن ڪاڻ هوءَ راجا انهيءَ گهوڙي تي چڙهي
شڪار ڪرڻ ويو. اُتي راجا کي اڃ اچي لڳي. جتي
بيابان ڏٺائين ته ڪنڊڙي ساڌوءَ جي ڪٽيا لڳي پيئي
آهي ڪنڊڙو پاڻيءَ جو تلاءُ آهي اُتي راجا وڃي لٿو.
گهوڙو وڻ سان ٻڌي راجا ڪٽيا ۾ ويو ته ساڌو پنهنجي
ٻت کي گيتا جو پندرهين اڌياءُ جو پاٺ ويٺو سيکاري
۽ ڪنڊڙي وڻ جي ٻن تي ڪنڊڙو سلوڪ لکي ڏنو اٿس
۽ جنهن وڻ سان راجا گهوڙو ٻڌو هو تنهن وڻ جي ٻن
تي به گيتا جو سلوڪ لکيو پيو هو. انهيءَ ٻن کي ساڌوءَ
جو ڇوڪرو جڏهن ٿي ٻن سان گڏ پاٺ ڪرڻ لڳو ته
اُچانڪ هن گهوڙي انهيءَ ٻن کي ڏسي ورتو. ان جي
ديهه جهڙي ته تلاءُ جي ديهه پاڻي وهان ۾ چڙهي آڪاس
۾ وڃي پهتي جنهن ته اُتري ۾ راجا به ڪٽيا کان ٻاهر
آيو ۽ اچي ڏٺائين ته گهوڙو مئو پيو آهي. راجا کي ڏاڍو
ڏک ٿيو ۽ جوڻ لڳو ته هن کي ڪنهن ماريو ۽ ڇا لڀس
ته اُتري ۾ ڏٺو ته ديهه جنهن لاءِ ٿي راجا! تنهنجي
گهوڙي جو جيتن جيءُ آءٌ آڪاس ۾ مون ديهه پاڻي آهي
۽ مان ونڪنٺ ڏي ٿو وڃان. راجا پڇيس ته تو ڪهڙو
ڀڄ ڪيو جنهنڪري توکي اها ديهه ملي. گهوڙي چيس
ته هي ارجا! اها ڳالهه ساڌوءَ کان پڇو. پوءِ راجا انهيءَ
ساڌوءَ کان پڇو ته هي سوامي! هيءَ ڳالهه مونکي
ٻڌايو؟ ساڌوءَ چيو ته راجا! گيتا جو سلوڪ ڪنڊڙي
ـن جو لنهنڪي لنهندي گهوڙي ڏٺو، انهيءَ

ڪري هنجي مڪتي تي آهي. راجا چيو ته هي سوامي
اڳئين جنم ۾ هو ڪير هو؟ ۽ گهوڙي ڪي جڏهن مون
خريد ڪيو هو تڏهن هن سر نوايو هو. تڏهن سادوءَ چيو
ته هي راجا! تون اڳئين جنم ۾ راجا هئين ۽ هي گهوڙو
تنهنجو وزير هو ۽ هن توکي راجائيءَ جي لالچ ڪري
ماري پاڻ راجا ٿيو هو. تون ته سادوءَ اچي راجا ٿئين ۽
هي مري ڪري ڌرمراءِ وٽ ويو. ڌرمراءِ چيو ته هي
نمڪ حرام آهي تنهنڪري هن کي خوب نرڪ ڀوڳايو.
پوءِ ڪيترو ئي وقت نرڪ ڀوڳي وڃي سنگلديپ ۾
گهوڙو ٿيو ۽ اُتان اچي تو وٽ وڪاڻو ۽ جڏهن هن سر
نوايو هو تڏهن هن توکان پڇيو ٿي ته ”هي راجا! تون
مونکي سڃاڻين ٿو يا نه، پر مان توکي سڃاڻان ٿو.“
سادوءَ ائين چئي ڪٿي ماٺ ڪئي. راجا اچرج ۾ پئجي
ويو. سادوءَ کي نمسڪار ڪيو ته اتري ۾ راجا جي سڀا
۾ اچي پهتي ۽ راجا پڻ گهوڙي تي سوار ٿي پنهنجي
گهر آيو ۽ پنهنجي پٽ کي راجائي ڏيئي جهنگ ۾ هليو
ويو، وڃي تپسيا ڪرڻ لڳو ۽ گيتا جي پندرهين اڌياءَ
جو پاٺ به ڪرڻ لڳو جنهنڪري راجا به پرم گت کي
لائق ٿيو. شري نارائڻ ٿو چوي ته هي لڇمي! اهو گيتا
جي پندرهين اڌياءَ جي هڪڙي سلوڪ جي پڻ ٿي
لکيل ڏسڻ جو مهاتم آهي.

**اِت شري ڀڳوت گيتا جي پندرهين آڌياءَ جو**
**مهاتم پورو ٿيو.**

# ڇهاسٽ سورهون

## ( ديوآسر سمپد وڀاڳ يوگ )

## يعني ايشوري ۽ راڪس روپي گڻن جو ورهاڱو

شري ڪرشن ڀڳوان چوڻ لڳو ته هي ارجن! ڪڙن



ماڻهن جا سڀاءَ ديوتائن جهڙا آهن ۽ ڪڙن جا دئتن جهڙا آهن. هاڻي ٻڌاءِ جنجا ديوتائن جهڙا سڀاءَ آهن سي ٻڌ. اُنهن کي ڪنهنجو به ڏر ڪونهي ۽ انهن کي شد انن. مهنجي حاصل جو گيان ۽ شرڌا سان دان ڪرڻ، اندرين کي جيتڻ، يگ ڪرڻ ۽ مهنجي مهما جا ويدن ۾ آهي سا ڳائڻ، تپ ۽ پڙهڻ، ڪيرتن ڪرڻ، وشن پد چوڻ، لسا ڪرڻ، ديا ڪرڻ، ڪنهنکي ڏک نه ڏيڻ، نرم دل تيڻ، سچ ڳالهائڻ، ڪوڙ نه ڳالهائڻ، ڪنهنتي ڪرود نه ڪرڻ ۽ سڀ جي نرواه لاءِ تورو پوجن ڪرڻ اُنهيءَ جو تالو تياڳي آهي. سدائين سنتن جي سنگ ۾ رهي، ڪنهن جي نندا نه ڪرڻ، جيترو ٻچي اوترو سڀ کي سک ڏيڻ، لوڀ نه ڪرڻ، پاڻ کان ٻري رهڻ، من ۽ اندرين کي نشڪل وڪڻ، گياتوان ٻرڪ جو ايمان

نہ ڪرڻ، سڀ کي نمسڪار ڪرڻ، سڀ جي شيوا ٽهل
ڪرڻ، ڪميا رکڻ ۽ جي ڪوئي ڏک ڏي تہ اُهو سهڻ
ڌيرج ڌاري پرميشور جي شرڻ ۾ اچڻ، پرميشور جي
ڪئي تي راضي رهڻ، ديه کي پاڻيءَ سان پوتر ڪرڻ،
هر وقت منهنجو نالو وٺڻ سان شڌ ڪري، ڪنهن سان
دغا نہ ڪري، پنهنجي مهما نہ ڪري، ڪنهن جو گرو
گوسائين ٻڻجي نہ وهي. هي اَرجن! اهڙا لڇڻ جن ماڻهن
۾ آهن سي ديوتائون آهن. **هاڻي دئيتن جا لڇڻ**
ٻڌ. **ڀرياڻين** پاکنڊي معنيٰ من ۾ ٻرا خيال رکي ۽
لوڪن کان پنهنجي مهما ڪرائي اهو پاکنڊ آهي. هاڻي
پاکنڊ اتيت جا لڇڻ ٻڌ. جو سنسار کي ڇڏي منهنجي
شرڻ ۾ آيو آهي ۽ منهنجي شرڻ ۾ اچي وري ٻين
ڳالهين جو خيال ڪري ۽ پائيس تہ مون جهڙو ٻيو
ڪونهي، ڪروڌ ڪري، سخت ڳالهائي اتيت پاکنڊي
آهي، اُنهن ٻنهي جي اُتپت اَگيان آهي. انهن ٻنهي جو
ڦل ٻڌ. جن ماڻهن ۾ ديوتائن جا سياءَ آهن اهي سنسار
کان مڪت ٿين ٿا. جن ۾ دئيتن جا سياءَ آهن سي
سنسار جي جمڻ ۽ مرڻ جي ٻڌن ۾ پون ٿا. جڏهن اَرجن
اها ڳالهه شري ڪرشن ڀڳوان جي مک مان ٻڌي تڏهن
پنهنجي من ۾ ويچار ڪرڻ لڳو تہ مون ۾ ديوتائن جا
ـياءَ آهن يا دئيتن جا؟ تڏهن شري ڪرشن ڀڳوان
ـنجو ويچار ڏسي چوڻ لڳو تہ هي اَرجن! تون پنهنجي
ـن ۾ ڪو ويچار نہ ڪر. تون ديوتائن جي سياءَ ۾

جاڻو آهن. جنهن مهل تو ۾ ديوتائن جا سڀاءَ اچي پيا
هئا. هي ارجن! ديوتائن جا سڀاءَ جڳيءَ ۽ سڀ ننڍاپڻ ۽
دئيتن جا آسوري ۾ جنم سو ڪجهه ٻيا نه ٿا. هي ارجن!
جن ۾ دئيتن جا سڀاءَ آهن اهي نه گرهست ۾ سکي ۽
نه البت (نمارو) ٿي ويهڻ ۾ سکي آهن. البت ٿوري جي
جن کي خبر نه آهي ته الست ڪشش ٿيو آهي ۽ نڪي
ٻولڻا کي ٿا جاڻن ته ڪمش سنان ڪري ٻولو ٿيو
آهي ۽ مان جو سٽ سروپ آهيان تنهن کي نٿا ڏسن
۽ پاڻ ۾ گڏجي هيئن چون ٿا ته پرميشور ڪٿي آهي،
ڪنهن ڏٺو آهي، پرميشور آهي ئي ڪونه، سنسار جي
رچنا وارو ڪو نه ڪونهي ۽ نڪو سنسار جو ايشور آهي
۽ اسان پاڻ مان پيدا ٿيا آهيون پيا چون ته اسان
پرميشور آهيون، اهي مورک انڌا اگياني آهن. سڀني
ڳالهين ۾ هيءَ ڳالهه الٽ ڪري مڃي اٿن. ڪهڙي؟
سنو ڪاڻڻ، سو پيئڻ، سڳنڌيون لائڻ، اوچا رنگين
ڪپڙا ڪرڻ. سندر استري ڀوڳڻ انهن ڳالهين کي ئي
پرم گس جاڻن ٿا ۽ لاڀ ڪري سمجهن ٿا ۽ انهن جي
ٻڌ تمام ملين تي بيٺي آهي ۽ انهن جي آتما ڀرشٽ ٿي
پيٺي آهي ۽ مس جا هيڻ آهن ۽ سدائين اهڙي ڪوشش
پيا ڪن جنهن ڪري پاڻ نه دکي ٿا ٻين کي ٻه دک ...
پيا ڏيهن. مايا ۾ موهه رکي ڪوڙيءَ لالچ ۾ لڳا پيا
آهن ۽ سنسار جي ڀرلي ٿائين سدائين چنتائن ۾ پيا
گذارين. ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه ۽ اهنڪار جي

بندن ۾ ٻڌا پيا آهن. مايا گڏ ڪئي اٿن ۽ ٻل جا هيڻا آهن ۽ پنهنجو نناس پاڻ پيا ڪن. جڏهن ڇـل ول ڪوڙ ڪپٽ ڪري مايا گڏ ڪن ٿا تڏهن ان کي لاڀ ڪري ٿا سمجهن. هي مطلب اَج پورو ٿيو، ٻيو مطلب سڀاڻي پورو ٿيندو، دشمن کي مارڻ ڪهڙي وڏي ڳالهه آهي، ڏس تـه ڪيئن ٿو ماريانس، ڏاڍو ٻلوان آهيان، سکي آهيان، سڌار آهيان، ڀوڳي آهيان، ست پيڙهيو شاهوڪار آهيان، منهنجي برابر ٻيو ڪو بـه ڪونهي مان سڀ کان وڏو آهيان ۽ ٻيا سڀ منهنجا داس آهن، اهي وشين جي ڀوڳـه ۾ اَنڌا آهن. هي اَرجن! انيڪ پرڪارن جي وشين ۾ اُنهن جـو من پيو ڀرمي ۽ موهـ جي جار ۾ ڦاٿا پيا آهن. انهن جـو حال ڪهڙو ٿو ٿئي؟ هنئي هاڻي بـه نرڪ تـه پوءِ بـه نرڪ ۾ پوندا. ڪنهن کي بـه مٿو نٿا ٽيڪن مايا جي موهـ ۾ اَنڌا آهن ۽ ناموس لاءِ دان ڪندا آهن ۽ اهڙا پاکنڊي آهن جو جنهن ريت دان ڪرڻ گهرجي انهيءَ ريت نٿا ڪن اُهي اَهنڪار ۽ ڪروڌ ۾ ڀرپور آهن ۽ مان جـو آتما رام سڀني ۾ وياپڪ آهيان سي مون کي نٿا سڃاڻن. اُهي دئيت ٻڌ جا ماڻهو آهن سي ڪنهنکي ڏک پيا ڏين ۽ ڪنهنجي نندا پيا ڪن اهڙا جيڪي سخت ماڻهو آهن انهن جو حال ٻڌ. مان انهن سان ڪيئن ٿو هلان؟ انهن کي ڏکـه ڏيندڙ جيڪي جوڻيون آهن اُهي ڏيان ٿـو. اُهي ڪهڙيون؟ گڏهـه جو جنم، ٻـر اهو سارو ٻد ٻوءِ سان

پريل هوندو. ڪتي جو، ٻليءَ جو، ڪوئي جو ۽ ٻيون جڪي خراب جوڻيون آهن اُهي ڏنيون تو. هي ڪنتي نندن! جن مونکي نہ پاتو آهي اهي هر هر نيچ جنم پائين ٿا. هي اَرجن! جنهن کي نرڪ جون ٽي لنهنکي ٽي دروازا آهن ۽ اهي جن آتما کي ناس ڪرڻ وارا آهن سي ڪهڙا آهن؟ **ڪام، ڪروڌ، لوڀ اهي ٽي دروازا نرڪ جا آهن.** هي پرپتر! جڪي جبڪي ماڻهو انهن کان ٻري آهن انهن کي پرم گت ملي ٿي ۽ پنهنجي آتما کي سکي رکيو اٿن. هي اَرجن! جيڪو شاستر جي وڌيءَ کي تياڳي پنهنجي من جي مٿي لي هلي ٿيسا دان ڪري ٿو سو اهو اُنهن جو ڦل نٿو پائي. انهن جو سک ناسي آهي ۽ ڪڏهن بہ مڪت کي پراپت نہ ٿيندو. ان لاءِ ڪرڻ جوڳو ڇا آهي ۽ نہ ڪرڻ جوڳو ڇا آهي ان جي نرڻي ڪرڻ لاءِ شاستر جو پرماڻ هڻڻ کپي ۽ شاستر جي وڌي ڄاڻي تو کي ڪم ڪرڻ گهرجي.

## ٽات پرج

نرپٽ پڻو، هردي جي شڌي، استر ٻڌي، اندريون روڪڻ، نمبا، اُهنسا، سچ ڳالهائڻ، ٿباڳا، شانتي، چغلي نہ هڻڻ، نندا نہ ڪرڻ، ديا ۽ دان ڪرڻ، وشين ڀر نہ ڦاسڻ، منو سياءُ، ڪميا ۽ ڌيرج ڪرڻ، دوهہ نہ ڪرڻ، ايمان نہ ڪرڻ، پوپترتا. اهي ديوي سمپتي کڻ آهن.

پاکنڊ، ايمان، ڪٺورتا، اَگيان وغيره اهي آسر سمپتي گڻ آهن.

ڪام، ڪروڌ ۽ لوڀ اهي ٽيئي نرڪ جا دروازا آهن شاستر جي وڌي موجب سڀنا ڪرم ڪرڻ گهرجن.

**اِت شري ڀڳوت گيتا شري ڪرشن ارجن سنواديءِ ديئواسر سنپد وڀاڳه يوگ نالي سورهون اڌياءَ پورو ٿيو.**

## * سورهين اڌياءَ جو مهاتم *

شري نارائڻ چوڻ لڳو ته هي لڇمي! سورٺ نالي هڪڙو شهر آهي ان ۾ کرڳه نالي هڪڙو راجا هو سو ڏايو ڌرماتما ۽ سنت سيوڪ هو. راجا وٽ هاٿي تمام گهڻا هئا جن ۾ هڪڙو هاٿي تمام مست هو جو پيلوان کي به ويجهو اچڻ نه ڏيندو هو، راجا ديس پرديس جا پيلوان آڻايا ۽ انعام ٺهرايائين ته جيڪو هن هاٿيءَ جي مستي لاهيندو تنهنکي انعام ڏبو. پر ان هاٿيءَ جي ڪنهن بہ مستي ڪانہ لاٿي ۽ نڪو ڪوئي ان جي ويجهو ئي وڃي سگهيو. هاٿي راجا جي مندر اڳيان ويٺو رهيو ۽ ڪنهن مهل اٿي هيڏي هوڏي وڃي ته ماڻهن کي ٿي ماريائين. راجا گهڻائي اُپاءَ ڪيا پر ڪجهه به ڪين وريو. هڪڙي ڏينهن اهو هاٿي شهر مان ٿي آيو ته ان جي سامهون هڪڙو ساڌو ٿي آيو. ماڻهن

ساڌوءَ کي چيو تہ هي سنت! پري ٿي وڃ نہ تہ هاٿي
توکي ماري وجهندو. سنت چيو جيڪڏهن منهنجو
موت هن جي هٿان ٿيڻو هوندو تہ اوس ئي ٿيندو. ائين
ڪندي هاٿي بہ ايڏي اچي پهتو. هاٿيءَ ساڌوءَ کي
ڏسي سونڊ سان نمسڪار ڪيو. ماڻهن سمجهيو تہ اجهو
ٿو ماريس. ساڌوءَ چيو تہ هي هاٿي مان توکي سڃاڻان
ٿو. تون اڳئين جنم ۾ پاپي هئين. هاڻي مان تنهنجو اڌار
ڪريان ٿو. هاٿي هر هر ساڌوءَ کي نمسڪار پيو ڪري.
ماڻهن اهو حال ڏسي وڃي راجا کي ٻڌايو. راجا بہ اچي
ڏٺو تہ هاٿي برابر ساڌوءَ جي اڳيان سونڊ کي هيٺ
ڪريو بيٺو آهي. ساڌوءَ چيو هي هاٿي! اوري اچ.
هاٿيءَ اڳيرو اچي چرن وندنا ڪئي. ساڌوءَ ڪر منڊل
مان پاڻي ڪڍي چيو تہ هي هاٿي! گيتا جي سورهين
اڌياءَ جو ڦل مون توکي ڏنو. ائين چئي اهو پاڻي هاٿيءَ
جي مٿان ڇڪايائين. پاڻي پوڻ شرط هاٿيءَ جي ديهہ
ڇٽي ۽ ديو ديهي پاتائين ۽ ومان ۾ چڙهي راجا جي
اڳيان اچي چيائين تہ هي راجا! مان توکي ڌرماتما ڄاڻي
ڪري اچي تنهنجي شهر ۾ ٽڪيس تہ ڪو اهڙو سنت
اچي جو منهنجي مڪتي ڪري. هاڻي ائين چئي ويڪنٺ
ڏي روانو ٿي ويو. پوءِ راجا سنت کي نمسڪار ڪري
هٿ ٻڌي چيو تہ هي سنت! توهان ڪهڙو منتر چيو جنهن
ڪري هاٿيءَ جو اڌار ٿيو. سنت چيو تہ مون گيتا جي
سورهين اڌياءَ جي پاٺ جو ڦل ان جي نمت ڏان ڏنو ۽

مان روزانو سورهين اڌياءَ جو پاٺ ڪندو آهيان. راجا چيو تہ هي سنت! هاٿي اڳئين جنم ۾ ڪير هو؟ سادوءَ چيو تہ هي راجا! هي هاٿي اڳئين جنم ۾ غريب جو ڇوڪرو هو ۽ سندس گرو کيس چڱي وديا سيکاري هئي. هڪڙي ڏينهن سندس گرو تيرٿ ڪرڻ ويو ۽ هن جو ڏاڍو اچي لاچار ٿيو ۽ ديس پرديش مان ماڻهو هن جي درشن لاءِ پيا اچن. ٻارهن سالن کان پوءِ گرو آيو ۽ هن جو چيلو وڏيءَ سڀا جي وچ ۾ گديءَ تي چڙهي گرو ڏٺو ويٺو هو هن من ۾ اهو خيال ڪيو تہ هاڻي جيڪڏهن هن جي اڳيان آدرستڪار ڪرڻ لاءِ اُٿندس تہ منهنجو مان گهٽجي ويندو. اهو خيال ڪري اکيون ڪٽي بند ڪيائين. گروءَ سمجهي ورتو تہ هن مونکي ڏسي اکيون ڪٽي ٻوٽيون آهن. ”هي اُنڌا تون پنهنجي وڏائيءَ ۾ انڌو ٿيو آهين. مونکي آدرستڪار ڪري تو مٿو بہ نہ ٽيڪيو. هاڻي منهنجي سراپ ڪري تون هاٿي ٿيندين.“ ايترو ٻڌي راجا پنهنجي راجائي پٽ کي ڏيئي پاڻ تپ ڪرڻ لڳو ۽ روزانو گيتا جي سورهين اڌياءَ جو پاٺ ڪري پرم گتيءَ کي پراپت ٿيو. شري نارائڻ چوي ٿو تہ هي لڇمي! اهو سورهين اڌياءَ جو مهاتم آهي.

**اِت شري ڀڳوت گيتا جي سورهين اڌياءَ جو مهاتم پورو ٿيو.**

# اڌياءُ سترهون

## (شردا تريه وڀاڳ يوگ)

## يعني [ٽن قسمن جا شردا يوگ]

ارجن ٿو چوي ته هي شري ڪرشن ڀڳوان! جيڪي شاستر وڌيءَ کي ڇڏي ڪري شردا سان پوڄا وغيره ڪن ٿا انهن جي ڪهڙي نشٺا ٿي، ساتوڪي، راجسي يا تامسي؟ شري ڪرشن ڀڳوان چوڻ لڳو ته هي ارجن! پوڄا



ڪرڻ جي وڌي به ٽن پرڪارن جي آهي ساتوڪي، راجسي ۽ تامسي سا تون ٻڌ. هي ارجن! جيڪي ساتوڪي آهن انهن جو نشچو ٻڌ. اهي ڪڻ ڪڻ ۾ ايشور سرو وياپي ڄاڻن ٿا. سڀ سان نمرتا ڀاءُ رکي هلن ٿا ۽ سڀ ۾ موکي جي سمجهن ٿا، اهي ساتوڪي ڀڳت آهن. هاڻي انهن جي پرڪرتي ٻڌ. ديوتائن جي پوڄا ۾ انهن جي شردا لڳي رهندي آهي. هاڻي راجسي پرڪرتي ٻڌ. يڪشن ۽ راڪشسن جي پوڄا ۾ انهن جو من لڳو رهندو آهي. هاڻي تامسي پرڪرتي ٻڌ. ڀوت پريت ۽ ڪٿ

اتيادي جي تامسي جوڻيون آهن تن ۾ انهن جو من
لڳو رهندو آهي. جي انهيءَ پرڪار جي تپسيا ڪندا
آهن سا دئيتن جي تپسيا آهي جا شاسترن ۾ نه چيل
ٿي ڪانهي ڪهڙي تپسيا ٿا ڪن؟ جنهن جي ڏسڻ مان
اُئلندو دپ ٿئي ٿو ۽ ماڻهن جي ڏيکارڻ لاءِ ٿا ڪن
نه ماڻهو ڏسي ائين چون ته هي ڏاڍو تپسي آهي ۽ من
۾ جن جي ڪامنا آهي جنهن تپ ڪري سرير کي
ڪشت ۾ ٿئي ۽ مان جو انهن جي ديهه ۾ آتمارام آهيان
سو مونکي ۾ ڏکه ٿا ڏين. اهڙا اگياني ۽ انڌمت آهن
جي ان نموني جي تپسيا ڪن ٿا انهن کي آسون
دئيت تپ ڪري ڄاڻ. اهي سڀ دئيتن جا تپ آهن.
هاڻي ارجن کاڌي جا قسم ٻڌ. کاڌو ۾ ٽن پرڪارن
جو آهي ۽ تپسيا ۾ ٽن پرڪارن جي آهي. اول
سانتيڪي کاڌو ٻڌ. جنهن جي کائڻ ڪري عمر وڏي
ٿئي ٿي سو عمر کي وڌائڻ جو کاڌو امرت آهي اهو
ديوتائن کي مليو آهي جنهن جي کائڻ ڪري ديوتا
امر ٿيا آهن. هاڻي مش جو کاڌو ٻڌ. جنهن جي کائڻ
ڪري ديهه ۾ ٻل ٿئي ۽ بيماري ۾ نه ٿئي، جنهنجي کائڻ
ڪري من ۾ پريت ٿئي، چڱو کاڌو کائجي سواد سان
ال چانور گڏي روٽي گيهه سان مکي کائجي اهو
سانتڪي **کاڌو** آهي اهو کاڌو ماڻهن کي پيارو آهي.
اڻي **راجسي کاڌو** ٻڌ. تمام گرم کاڌو جنهن جي
ئڻ ڪري وات سڙي بيماري وڌي ۽ جنهن جي کائڻ

ڪري نقصان ٿئي ٿو اهو ڪاڌو راجسي ماڻهن کي پيارو
آهي. هاڻي **تامسي ڪاڌو** ٻڌ. رات جي پاروٽي روٽي
جنهن ۾ سواد ئي نه هجي ۽ ڪنهندو جو ٻو هجي اهو
کاڌو تامسي ماڻهن کي پيارو آهي. جيڪي تامسي آهن
انهن جا يگ ٻڌ. اول **سانتڪي** يگم ٻڌ. جنهن يگ
۾ ڦل جي ڪامنا نٿا رکن ۽ ماڻهن جي سک لاءِ ڪن ٿا
۽ شاسترن جي وڌيءَ انوسار ڪن ٿا. يگ ڪندڙ جوي
نه مونکي يگ ضرور ڪرڻ گهرجي. انهيءَ ريت جڪو
يگ ڪري ٿو اهو سانتڪي يگ آهي. **راجسي**
يگم ٻڌ. جنهن يگ ۾ ڦل جي ڪامنا ڪانهي فقط
ماڻهن جي ڏيکارڻ لاءِ ۽ ناموس لاءِ ڪن ٿا اهڙي يگ
کي هي آرجن! راجسي يگ سمجهه. هاڻي **تامسي**
**يگم** ٻڌ. جنهن يگ ۾ شاسترن جي وڌي نه آهي ۽ من
نه پولو نه هجي ۽ ويد جو منتر به نه پڙهي ساڌو برهمڻ
کي يگ کان پوءِ ڏکڻا به نه ملي ۽ يگ ڪرائڻ واري
جي مرضي به نه هجي اهڙي يگ کي تامسي سمجهه.
هاڻي تن پرڪارن جا تپ ٻڌ. انهن تن پرڪارن مان
هڪڙو نه ديهه ڪري، ٻيو من ڪري ۽ ٽيون وچن
ڪري، اول **ديهه جو تپ** ٻڌ. جتي به ڪو نندو جيو
هجي، انهيءَ کي ڏسي پير نه رکي، ڪنهن جيو کي
دک نه پهچي اها پيرن جي تپسيا آهي. هٿن سان وڻ
نه ۽ هلندڙ جيو کي دک نه ڏئي اها هٿن جي تپسيا
آهي. ديهه کي پاڻيءَ ۽ مٽيءَ سان پولو رکي ڏلنڊڻ

ڪري، سنان ڪري منجهن ڌوئي، تلڪ ڏيئي سالگرام جي پوڄا ڪري ۽ جيڪي پڊوان گياني آهن انهن جي شيوا ڪري ۽ برهم چرِيه رکي. **برهم چاريه چا آهي** سو ٻڌ. هي ارجن! **جيڪو گرهستي هجي تہ پرائيءَ استريءَ کي هٿ نہ لائي** ۽ جي ورڪت ويراڳي هجي تہ استريءَ جو نالو بہ نہ وٺي. ان جو خيال بہ نہ ڪري اهو برهم چرِيه آهي. ماءُ پيءُ جي شيوا ڪري اهڙيءَ ريت سرير جو تپ ڪرڻ ضروري آهي. هاڻي **وچنن جو تپ** ٻڌ. اول تہ سدائين سچ ڳالهائي جنهن سچ ڳالهائڻ جي ڪري ٻڌڻ وارا خوش ٿين ۽ مٺڙ ۽ ڏيري ڳالهائي ۽ **ڪنهن کي سڏ ڪري تہ هيئن ڪري، سڏي ڪري اِهِ ڀائي، سنت، ڀڳت، پرڀوءَ جا پيارا!** مطلب تہ اهڙي نموني ڳالهائي جيئن ٻڌڻ وارو خوش ٿئي، اهڙو ڳالهائي ۽ جي ڀيو ڪو سڏي تہ هن کي جيءُ چوي انهيءَ کي وچن جي تپسيا چئبي آهي. ٻيا وچنن جا تپ ٻڌ. سنڌيا گايتري پڙهي يا ويدن جو پاٺ ڪراءِ، پراڻن جا استوتر پڙهي ڪٿا جا منهنجي اوتارن جي ليلا آهي اها پڙهي، ڪيرتن ڪري، وشد پد ڳائي اهي بہ وچن جا تپ آهن. **من جا تپ** ٻڌ. من کي پرسن رکي، من جي پريت مون ۾ لڳائي ۽ من کي شد ڪري مون ۾ شرڌا رکي ۽ مون ۾ من ارپڻ ڪري هاڻي سواس جو تپ ٻڌ. هر هر منهنجو

ڪري نقصان ٿئي ٿو اهو ڪاڌو راڄسي ماڻهن کي پيارو
آهي. ھاڻي **تامسي ڪاڌو** ٻڌ. رات جي پاروٿي روٽي
جنهن ۾ سواد به نه هجي ۽ ڪيهڙو سڙيل هجي اهو
ڪاڌو تامسي ماڻهن کي پيارو آهي. جڳ تامسي آهن
انهن جا ٽي قسم ٻڌ. اول **ساتوڪي يگيه** ٻڌ. جنهن يگيه
۾ ڦل جي ڪامنا نه رکن ۽ ماڻهن جي سک لاءِ ڪن ٿا
۽ شاسترن جي وڌيءَ انوسار ڪن ٿا. يگيه ڪندڙ چوي
ته مونکي يگيه ضرور ڪرڻ گهرجي. انهيءَ ريت جيڪو
يگيه ڪري ٿو اهو ساتوڪي يگيه آهي. **راڄسي**
**يگيه** ٻڌ. جنهن يگيه ۾ ڦل جي ڪامنا ڪانهي ننط
ماڻهن جي ڏيکارڻ لاءِ ۽ ناموس لاءِ ڪن ٿا اهڙي يگيه
کي هي ارجن! راڄسي يگيه سمجهه. ھاڻي **تامسي**
**يگيه** ٻڌ. جنهن يگيه ۾ شاسترن جي وڌي نه آهي ۽ ان
۾ ڀوڳ نه هجي ۽ ويد جو منتر به نه پڙهي ساڌو برهمڻ
کي يگيه کان پوءِ ڏکڻا به نه ملي ۽ يگيه ڪرڻ واري
جي مرضي به نه هجي اهڙي يگيه کي تامسي سمجهه.
ھاڻي ٽن پرڪارن جا تپ ٻڌ. انهن ٽن پرڪارن مان
هڪڙو نه ديهه ڪري، ٻيو من ڪري ۽ ٽيون وچن
ڪري، اول **ديهه جو تپ** ٻڌ. جتي به ڪو ننڍو جيو
هجي، انهيءَ کي ڏسي پير نه رکي، ڪنهن جيو کي
دک نه پهچي اها پيرن جي تپسيا آهي. هٿن سان وڻ
ٽڻ ۽ هلندڙ جيو کي دک نه ڏئي اها هٿن جي تپسيا
آهي. ديهه کي پاڻيءَ ۽ مٽيءَ سان پوتر رکي ڏنڊڻ

ڪري، سنان ڪري منهن ڌوئي، تلڪ ڏيئي سال...
جي پوڄا ڪري ۽ جيڪي ٻڌوان گياني آهن انهن...
شيوا ڪري ۽ برهم چريہ رکي. **برهم چاريہ ڇا آهي**
سو ٻڌ. هي اَرجن! **جيڪو گرهستي هجي تہ**
**پرائيءَ استريءَ کي هٿ نہ لائي** ۽ جي ورڪت
ويراڳي هجي تہ استريءَ جو نالو بہ نہ وٺي. ان جو خيال
بہ نہ ڪري اهو برهم چريہ آهي. ماءُ پيءُ جي شيوا ڪري
اهڙيءَ ريت سرير جو تپ ڪرڻ ضروري آهي. هاڻي
**وچنن جو تپ** ٻڌ. اَول تہ سدائين سچ ڳالهائي جنهن
سچ ڳالهائڻ جي ڪري ٻڌڻ وارا خوش ٿين ۽ مڌر ۽
ڌيري ڳالهائي ۽ **ڪنهن کي سڏ ڪري تہ هڏئن**
**ڪري، سڏي ڪري او ڀائي، سنت، ڀڳت،**
**پريوءَ جا پيارا!** مطلب تہ اهڙي نموني ڳالهائي جيئن
ٻڌڻ وارو خوش ٿئي، اهڙو ڳالهائي ۽ جي پيو ڪو سڏي
تہ هن کي جيءُ چوي انهيءَ کي وچن جي تپسيا چئبي
آهي. ٻيا وچنن جا تپ ٻڌ. سنڌيا گايتري پڙهي يا
ويدن جو پاٺ ڪراي، پراڻن جا استوتر پڙهي ڪٿا
جا منهنجي اوتارن جي ليلا آهي اها پڙهي، ڪيرتن
ڪري، وشد پد ڳائي اهي بہ وچن جا تپ آهن. **من**
**جا تپ** ٻڌ. من کي پرسن رکي، من جي پريت مون ۾
لڳائي ۽ من کي شڌ ڪري مون ۾ شرڌا رکي ۽ مون ۾
...ن ارپڻ ڪري هاڻي سواس جو تپ ٻڌ. هر هر منهنجو

ني سمرڻ ڪري هري رام، هري ڪرشن، هري
گوبند، پرماتما، پرميشور نارائڻ، نرنجن،
ابناسي، ڀڳت وڇل، هري اوم، راڌا ڪرشن،
الک ديو، پرڪرم وشمڀر، جڳديش، سرووياپي،
انترياميءَ ۽ ٻين نالن جو جاپ ڪرڻ ۽ سواس جو
تپ آهي ۽ هن تپسيا جي ٽن پرڪارن جا ڀيد ٿيا. هي
جو ديه، من، وچن ۽ سواس جا تپ مون جيئا آهن
سي جڏهن شرڌا سان ڪندا آهي پرش اڄي مونکي
ملندا ۽ پريم سان تپسيا ڪري ۽ ڦل نه گهري اها تپسيا
مونکي ارپڻ ڪري اهو **ساتوڪي تپ** آهي ۽ ناموس
جي لاءِ تپ ڪري ۽ ڀيٽڪي پوڄا ڪرائي اهو پاکنڊي
**راجسي تپ** آهي ڦل جي ڪري تپ ڪري جيڪي
تپ ڪري پاڻ کي ڪشٽ ۾ وجهي ۽ ڪنهنجي بري
ڪرڻ لاءِ تپ ڪري اهو "**تامسي**" **تپ** آهي. هي
ارجن! هاڻي ٽن پرڪارن جا دان ٻڌ. ساتوڪي دان -
هي دان مون کي ڪرڻو آهي سو ڪيئن ڪري؟ "اُهو
گرهستي برهمڻ کي دان ڏئي، جنهن کان سنسار ۾ ٻيو
ڪجهه نه ٿي سگهي ڪرم ڪرڻ واري برهمڻ کي دان
ڏئي." ڄمڻ نه ڀوڳ هجي، گئوءَ جي جيٽي سان لڳو
پائي، سامان ٻه سو هجي ۽ پرڀات ڪال جو سمو هجي،
پاڻ نه سنان ڪري پوڄا ڪري ۽ برهمڻ به پوڄا پورن
ڪرمي هجي اهڙيءَ ريت جيڪو دان ڪري تو اهو

"سانتيڪي دان" آهي. هاڻي راجسي دان ٻڌ. انهيءَ
ٻرهمڻ کي دان ڏئي جنهن کان پنهنجو ڪو اُپڪار نہ
ٿئي ۽ دان ڏيڻ ڦل جي ڪامنا ڪري اهو راجسي دان
آهي. هاڻي تامسي دان ٻڌ. زمين بہ اَشڌ هجي، سامان
بہ اَشڌ هجي، پاڻ بہ روئي ڪائي ٻوءِ دان ڪري ۽ ٻرهمڻ
بہ ڪُڪرمي هجي، يا ڪنهن گهٽ ذات يا ملیڇ کي
دان ڏئي ۽ ڪروڌ مان گارٻون ڏيڻ ٻوءِ دان ڏئي اهو
"تامسي دان" آهي. هي ارجن! **"اوم تت ست"**
اهو ٽن ٻرڪارن جو ناءُ ٻرهم جو چيل آهي اهو ڪهڙو
آهي؟ جنهن جي رجي گڻ مان سنسار جي اُتپت ڪرڻ
وارو ٻرهما پيدا ٿيو، جنهنجي سانتيڪي گڻ مان سنسار
جي پالنا ڪرڻ وارو وشنو پيدا ٿيو ۽ جنهنجي تمي گڻ
مان سنسار جي ناس ڪرڻ وارو مهاديو پيدا ٿيو. هاڻي
يگيہ، دان، تپ جو ڦل ٻڌ. جيڪي ٻرش انهيءَ جو ڦل
نتا گهرن فقط مُڪتيءَ جي ڪامنا اٿن اهي مُڪتيءَ
کي پائيندا ۽ جيڪي ٻرش ڪامنائن لاءِ ڪرم ڪن تا
اهي ڪامنائن کي پائيندا. هي ارجن! منهنجي ڳالهہ
ٻڌ. منهنجا ڀڳت ٻريت سان مونکي گل ڦل شرڌا سان
اَرپڻ ڪن تا اهي مان انهن کان وٺان ٿو. سو ڪهڙيءَ
ريت؟ سو ٻڌ. اَول تہ مون کي سَتيہ ڄاڻي ۽ ٻوي تہ
جيڪي مان ٻرميشور کي اَرپڻ ڪريان ٿو سو هي ٻرميشور
منهنجو اَنگيڪار ڪر ۽ پاڻ کي هيڻن سمجهي تہ مان
ٻرميشور جو ڀڳت آهيان ۽ هيڻن ٻوي تہ مان من وچن

۾ ڪرم ڪري ڀڳوان جو داس آهيان مهنجو داس ٿي
جيڪو مونکي شرڌا سان ارپڻ ڪري ٿو سو مان انگيڪار ڪريان ٿو. اهڙيءَ طرح ڀڳت جو ڏنل دان مان وٺان ٿو. هي اُرجن! جنهن کي شرڌا ڪانهي سو جيڪڏهن ڪجهه ڪٿي اَگنيءَ ۾ هوم ڪري يا دان ڪري يا تپ ڪري يا ست ڪرم ڪري تنهنجو مان انگيڪار نٿو ڪريان ۽ نڪا شرڌا سان جيڪڏهن پٿرن جي مورتن کي نمست ڪري ٿو تہ اهي بہ انگيڪار نٿا ڪن. شرڌا ۽ پريت ڪانسواءِ ڪجهه دان ڏنل ڪنهن ٿو ملي سو بند. اهو ڦل پوست پريت جي ڏيهه ڏاري پاڻ ڪي ٿي پوڄو آهي مونکي پراپت نہ ٿيندو آهي ڇهي مان ان کي سو ڪرهڻ نہ ڪندو آهيان. اها ڳالهہ لون پڪ ڪري ڄاڻ.

## تات پرج

من واڻي ۽ شرير سان ڪنهن کي نہ ڏکوئجي. ڦل جي اڇا ڇڏي، پولو اسنان، تپ وقت ۽ گهرجانو سلڇڻي ماڻهوءَ کي دان ڏيڻ گهرجي، شرڌا سان ڏنل دان پولو آهي، ”اوم تت ست“ مکيہ منتر آهي. هميشهہ ست ڪرم ڪرڻ گهرجن.

**اِت شري ڀڳوت گيتا شري ڪرشن ارجن سنبادي شرڌا ترپه وڀاڳہ يوگہ نالي سترهون اَڏياءِ پورو ٿيو.**

## * سترهين آڌياءَ جو مهاتم *

شري نارائڻ چوڻ لڳو ته هي لڇمي! منڊليڪ نالي
نگر ۾ دشاسن نالي هڪڙو راجا هو تنهن ٻئي هڪڙي
راجا سان اها شرط رکي ته جنهنجو هاٿي کٽي سو اهو
ڌن کٽي. ٻئي راجا اها شرط ڪٽي. ڪيترن ڏينهن کان
پوءِ دشاسن جو هاٿي مري ويو جنهن جو راجا کي ڏاڍو
ڏک ٿيو. چوڻ لڳو ته هڪڙو ڌن ويو پيو ته هاٿي مري
ويو ٿيون شهر ۾ به گلا ٿي. انهيءَ ڏک ۾ نيت راجا به
مري ويو. جم دوت ڌرمراءِ وٽ وٺي ويس. ڌرمراءِ
حڪم ڏنو ته هي هاٿيءَ جي ڏک ۾ مئو آهي تنهنڪري
هنکي هاٿيءَ جو جنم ڏيو. پوءِ راجا سنگلديپ ۾ وڃي
هاٿي ٿيو هنکي اڳلي جنم جي خبر هئي. انهيءَ خيال
۾ هو نه ڪائي نه پيئي. فقط زار زار پيو روئي. اينري ۾
هڪڙو سادو آيو جنهن اُتي جي راجا کي شاستر جو
سلوڪ ٻڌايو جو ٻڌي راجا ڏاڍو پرسن ٿيو سادوءَ کي
چوڻ لڳو ته ڪجهه گهر. سادوءَ چيو هڪ هاٿيءَ جي
گهرج آهي. راجا اهو هاٿي ڪٽي سادوءَ کي ڏنو. سادو
هاٿيءَ کي پنهنجي جاءِ تي وٺي آيو ۽ ان جي اڳيان
کاڌو رکيائين پر هاٿي نه ڪجهه کائي نه پيئي رڳو روئي
ي روئي پيو. پوءِ سادوءَ راجا کي چيو ته هي راجا!
ي هاٿي ته ڪجهه ڪائي پيئي ئي نٿو، رڳو روئي ٿي
ئي پيو. راجا اها ڳالهه ٻڌي هوشيار پيلوانن کي آڻائي

ڪري ان هاٿيءَ لاءِ پڇيو. جن ڏسي ڪري جيو ته
هي راجا! هنڪي ڪوڙ دک لڳل ڪونهي هنڪي ته ڪو
پنهنجي من ۾ روڳ لڳل آهي. تڏهن سادوءَ جيو ته
هي راجا! تون هي هاٿي پنهنجو موٽائي وٺ. راجا
ورندي ڏني ته هاٿي دان ڪري موٽائي نه وٺندس.
هي هاٿي تون وٺي وڃ. تڏهن هاٿيءَ جيو ته هي
سنت! تون ڪلپنا نه ڪر. تنهنجي گهر ۾ ڪڏهن
ڪا گيتا جي پوٿي آهي ته مونکي هن جي سترهين اڌياءَ
جو پاٺ ٻڌاءِ. سادوءَ ائين ڪيو. سترهين اڌياءَ جي
پاٺ ٻڌڻ سان هاٿيءَ جي ديھ ڇٽي. آڪاس مان
ومان آيو جنهن ۾ چڙهي راجا جي اڳيان آجي سنو
ءَ انهي استتي ڪري چوڻ لڳو ته لوڪان ۾ سادوءَ
جي ڪرپا سان گيتا جي سترهين اڌياءَ ٻڌڻ سان
منهنجي مڪتي ٿي آهي. شري نارائڻ چوڻ لڳو ته
هي لڇمي! اهو گيتا جي سترهين اڌياءَ جو مهاتم آهي.

إت شري ڀڳوت گيتا جي سترهين اڌياءَ جو
مهاتم پورو ٿيو.

# آڌياءُ اڙهون

## ( موکش سنياس يوگ )

ارجن چوڻ لڳو ته ”هي شري ڪرشن ڀڳوان! هي ڀرنئت جي ناس ڪرڻ وارا! هي پڀو! سنياس ڇاکي چون ٿا ۽ تياڳ ڇاکي چون ٿا؟ انهيءَ جو اُتر ڪري ٻڌايو.“ شري ڪرشن ڀڳوان چوڻ لڳو ته ”هي ارجن! سنسار جي ڪامنائن کي تياڳي ۽ منهنجي شرڻ ۾ اچي اهڙو جو گياني پرش آهي، سو سنياسي آهي. هي ارجن! منهنجي چرنن جي شرڻ



۾ اچي ڪري منهنجي ڀڳتيءَ کانسواءِ ڪا به ڪامنا نه ڪري، اهڙو جيڪو گياني پرش آهي انهيءَ کي تياڳي چون ٿا.“ هي ارجن! اهو ته مون پنهنجي مت جو سنياس ۽ تياڳ چيو، هاڻي شاستر جو مت ٻڌ، هڪڙا شاستر هيئن چون ٿا، ته جيئن خراب ڪرم ڇڏجن تيئن چڱا ڪرم به ڇڏجن، ڇو جو چڱن ڪرمن جو ڦل سون جي برابر آهي سو انهيءَ سون جا زنجير پيرن ۾ آهن ۽ خراب ڪرمن جو ڦل لوهه جي برابر آهي سو انهيءَ لوهه جا زنجير پيرن ۾ آهن، انهيءَ ڪري چڱا

۽ خراب ٿي پيدا ٿين پرو جهن، تان لئهن ڪري ٿي تياڳ
ڪجن. هڪڙا شاستر وري هيئن چون ٿا تہ يگيہ، دان،
تپسيا، اشنان، انهن کان ولي ٻيا ڪي بہ چڱا ڪرم
آهن اُهي ڇڏڻ نہ گهرجن. اهي پورا ٿا جي ڏيڻ وارا
آهن ۽ اُهي ڪرمن جي ڪري ديهہ پوتر ٿئي ٿي.
هي اَرجن! هاڻي آءٌ منهنجي مت جو تياڳ ٻڌ.
تياڳ ٽن قسمن جو آهي، اهو ٻڌ. پهريائين منهنجي
مت هيءَ آهي تہ يگيہ، دان، اشنان، تپسيا، اهي ماڻهن
کي پوتر ڪن ٿا. گياني پرش انهن جو تياڳ نہ ڪندا
آهن ۽ اُنهن کي هميشہ ڪندا رهندا آهن، انهن جو
ڦل نہ گهرندا آهن. انهيءَ ڪري منهنجي مت ۾ اها
ڳالهہ چڱي آهي ۽ سڀني کان اها ڳالهہ اُتم آهي. اَگيان
ڪري آلس ڪري ۽ چڱن ڪرمن کي ڇڏي
ڏيڻ ۽ اشنان ڪرڻ ۾ ڪوڙو فائدو آهي، اهڙا ڪي
پرش مايا جي موهہ ۾ ڦاٿل آهن انهيءَ کي "تامسي
تياڳ" چون ٿا. جيڪي ديهہ جي ڏک ڪري سڀ
ڪرم تياڳ ڪن ٿا، اشنان ڪندس تہ سيءُ پوندو ۽
سارو سرير ڏکندو. اهو "راجسي تياڳ" آهي.
جيڪي سڀ ڪرم ڪن ٿا، سي پهريائين هيئن چون
ٿا تہ منهنجو ڌرم ۽ ڪنريءَ جو حڪم آهي. اشنان کان
ولي ٻيا سڀ ڪرم ڪرڻ گهرجن ۽ انهن جو ڦل نہ گهري،
اهو "ساتڪي تياڳ" آهي. هي اَرجن! گياني پرش
اشنان کان ولي جيڪي سڀ ڪرم ڪندا آهن، انهن

جي نندا ٻه نه ڪندا آهن ۽ پڻ ست ڪرم جو تياڳ
ٻه نه ڪندا آهن ۽ ڦل جي ڪامنا ٻه نه ڪندا آهن.
هي اَرجن! اَهڙن پرشن جي ٻڌ نرمل آهي. انهيءَ
نرمل ٻڌ مان گيان ٿئي ٿو، جڏهن منهنجو گيان پيدا
ٿيو، تڏهن سنسار کان مڪت ٿيو، انهيءَ ڪري ست
ڪرمن جو تياڳ ڪرڻ نه گهرجي. جيئن ڏاڪڻ جي رستي
ڪڏ يا ماڙيءَ تي وڃجي، تيئن هي ست ڪرم مڪتيءَ
جي ڏاڪڻ آهن، هي اَرجن! جڏهن پيءُ جي ٻيرج مان
ماءُ جي پيٽ ۾ هي جيو اچي ٿو، تڏهن کان وٺي مرڻ
تائين هي جيو نهڪرمي نه آهي ۽ نه هي جيو گياني
ٿئي ٿو، هي جيو ڪڏهن نهڪرمي ٿئي ٿو، سو ٻڌ.
ست ڪرم ڪري اُهي مونکي اَرپي ۽ ڦل نه گهري، تڏهن
هي جيو نهڪرمي ۽ تياڳي ٿئي ٿو. ٻيو ٻڌ:- ماڻهن کي
**هميشه پنهنجي ڪرمن جو ڦل ٽن قسمن جو ملي**
**ٿو. چڱي ڪرم جو ڦل سک، خراب ڪرم جو**
**ڦل دک، چڱن ۽ خراب ڪرمن جو ڦل سک ۽**
**دک.** اهي ڦل انهن کي ملن ٿا جيڪي منهنجي شرڻ
... نٿا اچن ۽ مايا ۾ موهه اٿن، ۽ جيڪي منهنجي چرڻن
...ي شرڻ آيا آهن، انهنجي ويجهو اهي نٿا اچن. هي
...جن! آتما ڪهڙي آهي؟ ڪجهه به نٿي ڪري ۽
...ڙي آهي ۽ نرمل آهي. هي ارجن! انهيءَ کي
...ن سچائو آهي، جن جي نرمل ٻڌ آهي؛ ۽ جيڪي اڻڄ

مت آهن، اهي آتما کي نتا ڏسن. هي اَرجن! جنهنکي
اَهنڪار نہ آهي ۽ مان جو آتما آهيان، سو اڪارتا
آهيان ۽ ڪنهن بہ ڪرتوڪريان جيڪي چڱا يا خراب ڪم
ٿين ٿا، سي من، واڻيءَ ۽ سرير ڪان ٿين ٿا، جنهنکي
اهڙي بدّ آهي، سو جيڪڏهن ڪنهنکي ماري ٿہ بہ
ان کي پاپ ڪونہي ڇو جو انکي ڪنهن ڪم ڪرڻ
جو بنڌن ڪونهي. هي ارجن! ٽن قسمن جو گيان، ٽن
قسمن جو ڪرم ڪرڻ بدّ. اول سانتيڪي گيان بدّ.
جنهن گيان جي ڪري سڀ ڀوت پراڻين ۾ جيڪي هڪ
اينور ڏسڻ ۾ اچي ٿو انهيءَ کي سڀ ۾ ڏسي سڀ
سان هڪ رهي ٿو ۽ ڪنهن کي ڏکہ نتو ڏئي اهو
**سانتڪي گيان** آهي. هي لنهنجو آهي ۽ هي منهنجو
آهي، اهڙي جنهن جي نگاهہ آهي، اهو **راجسي
گيان** آهي ۽ جنهن گيان ڪري سڀ ڪنهنکي خراب
ڄاڻي ۽ سڀني سان ويرو رکي، اهو **تامسي گيان**
آهي. ٽاڻي ڪرم بدّ. جو هن ريت ڪرم ڪري نہ
هي ڪرم ڪرڻ مونکي جوڳ آهي ۽ ڦل جي ڪامنا
نہ ڪري، اهو **سانتڪي ڪرم** آهي. جنهن ڪرم
ڪرڻ ۾ ڦل جي ڪامنا رکي ۽ ايمان سان چوي
تہ هي ڪرم مان ٿو ڪريان ۽ جنهن ڪرم ڪرڻ مان
جنجال گهڻو ٿئي ٿو، اهو **راجسي ڪرم** آهي، ۽
جنهن ڪرم ۾ ڪو نندن نہ رکي نہ ڪنهن جيو کي
دک ڏئي ۽ نہ ڪنهنکي ٽپات ڪري فقط پنهنجي

وڏائيءَ لاءِ، مايا کي ڏيکارڻ لاءِ ڪرم ڪري ۽ جيئن ماڻهو مونکي ناموس ڪن، اهو **تامسي ڪرم** آهي. هاڻي ڪرڻ ٻڌ. ڪهڙيءَ طرح ڀڳيه هوم، سراڌ، دان ۽ ٻيا جيڪي ستڪرم آهن انهن کي ڪري ۽ ڦل نه گهري ۽ ايمان نه ڪري، جيڪي ٿئي انهيءَ تي خوش رهي ۽ **ائين چوي ته جيڪي آهي سو سڀ ايشور جو آهي ۽ هميشه ائين به چوي ته مونکان ڪم پورو ٿئي ۽ ڪو ڪم بگڙجي پوي ان جي لاءِ ڏک نه ڪري ۽ ڪو ڪم پورو ٿئي ته خوش به نه ٿئي ۽ سمجهي ته مونکان ڪجهه به نه آهي، سڀ پرميشور جو آهي.** ڏک خوشيءَ کان پري رهي ۽ جيڪي ايشور جي ڪرپا سان اچي سو ڀوڄن ڪري، انهيءَ ريت **ساتوڪي ڪرڻ** آهي. ارمان ۽ خوشي ڪري ڀڳيه ڪرڻ ۾ ڪامنا ڪري ۽ ناموس لاءِ ڪري ۽ جيڪو خرچ اچيس ته ان جو ارمان ڪري. اهو **راجسي ڪرڻ** آهي. شاسترن جي وڌيءَ کي نه سمجهي ته ڀڳيه ڪهڙيءَ ريت ڪرڻ گهرجي ۽ ڪنهنکي منو نه ڏيکي ۽ ڏاڍو مورک آلسي ۽ سڀ سان ڀيو وڙهي اهو **تامسي ڪرڻ** آهي. هي ارجن! هاڻي ٽن قسمن جي ٻڌ ۽ ٽن قسمن جا درڙتا ٻڌ. جنهن ٻڌ جي ڪري گرهست ۾ به سکي رهي ۽ چڱي ڪم کي چڱو ڄاڻي ۽ خراب کي خراب

جاڻي ۽ هي به سمجهي ته هن ڳالهه ۾ مونکي مڪتي
ملندي ۽ هن ڳالهه سان بنڌن ۾ پوندس. اهي ڳالهيون
جنهن بُڌ سان جاڻي، اها **ساتوڪي بُڌ** آهي. جنهن
بُڌ سان ڌرم کي پاپ سمجهي ۽ خراب کي چڱو
سمجهي هڪ جو ٻيو سمجهي، سا **راجسي بُڌ** آهي؛
ڌرم کي اَڌرم جاڻي، ڌرم ڪهڙو ٿيندو آهي؟ اهڙيون
ٻيون ڳالهيون سمجهي سا **تامسي بُڌ** آهي. هاڻي
ڌرڙتا ٻڌ. من ڪنهن وڪار کي ياد نه ڪري ۽ اندريون
وس ۾ هجن ۽ ايسور جي شرڻ پوي؛ جڏهن اهي سڀ
ڳالهيون هجن، تڏهن **ساتوڪي درڙتا** سمجهه.
جڏهن من مايا ۾ ۽ کائڻ پيئڻ ۾ گهمڻ ۽ پوشاڪ پهرڻ ۽
ڀوڳ ڪرڻ ۾، انهن وڪارن ڏي ٻيو ڊوڙي تڏهن
**راجسي درڙتا** سمجهه، ۽ جڏهن الوت ننڊ ۾ سمهي
پوي ۽ ڏاڍي چنتا ۾ ٻڏل هجي ۽ سڀ ڪنهن سان
لڙائي پيو ڪري اهي ٽيئي لڇڻ تامسي درڙتا جا آهن
جي انهن ٽنهي وڪارن کان پاڻکي نٿا ڇڏائين انهن
کي **تامسي درڙتا جاڻ**. هاڻي ٽن قسمن جو سک ٻڌ.
جو سک پهريائين زهر وانگر ڪوڙو لڳي تو ۽ پوءِ
هن جو ڦل اَمرت جهڙو مٺو لڳي تو ۽ ڪشٽ سان
تپ ڪري تڏهن سرڳ جو ڦل پائيندو، اهو **ساتوڪي
سک** آهي. جو سک پهريائين اَمرت جهڙو مٺو لڳي تو
۽ ٿيهڪان پوءِ زهر جهڙو ڪوڙو لڳي تو، اهو **راجسي**

سکم آهي. ني سرت ننڊ، آلس، ويسر ۽ ايشور
وسرڻ اهو **تامسي سکم** آهي. هي آرجن! هاڻي پ
پڌ. سرڳ کان وٺي پرٿوي ۽ پاتال لوڪ نانگن تائين اهي
ٽيئي لوڪ منهنجي مايا مان پيدا ٿيا آهن. انهن ٽنهين
لوڪن ۾ مايا جا ٽي گڻ آهن. انهن ٽنهي گڻن جي
ڪري لوڪ ورنجن ٿا ۽ لوڪن ۾ گڻ آهن ۽ گڻن ۾
لوڪ آهن انهيءَ ڪري ترگڻي سرشٽ چئجي ٿي. هي
آرجن! برهمڻ، ڪتري، وئش ۽ شودر. انهن چئني ورنن
جي سياءَ جي پرڪرتي پڌ. اول برهمڻ جي سياءَ جي
پرڪرتي پڌ. اِندريون جيتيون، من جيتڻو، تپ ڪرڻو،
ڪميا ڪرڻي، ڪومل سياءُ، گيان پرميشور کي سڃاڻڻ ۽
گوبند ۾ ست بڌي، اهي **برهمڻ جا سياءَ** آهن هاڻي
ڪتريءَ جا سياءَ پڌ. سوُرمو هجي، تيج وارو هجي،
جنگ کان نه ڀڄي، پاڻ کي ايشور نه سمجهي ۽ ايشو
سان پريت رکي، اهي **ڪتريءَ جا سياءَ** آهن. هاڻي
وئش جا سياءَ پڌ. ٻني ڪرڻ، وڻج واپار ڪرڻ، ڳانءِ
جي شيوا ڪرڻ، اهي **وئش جا سياءَ** آهن. هاڻي شودر
جا سياءَ پڌ. انهن ٽنهي ورنن جي شيوا ڪرڻ، شيوا
مان جيڪي ملي ان تي راضي رهڻ، اهي **شودر جا**
**سياءَ** آهن. اهي چئني ورنن جا سياءَ آهن. جيڪو پرش
پنهنجي ڪرم کي ڪري ٿو، اهو مکت کي پائي ٿو.
آرجن! هي جيڪي چار ورن چيم، انهن سڀني
پنهنجو پنهنجو ڪرم ڪرڻ گهرجي ۽ پنهنجو ڌرم

ني سنسار کان وئراڳي رهي ٿو. ڪهڙو وئراڳ؟ هڙ
**برهما جي لوڪ ۽ هيٺ شيش ناڳ جي لو**
**ڏائين جيڪي سک آهن انهن کي تاڃ سمجهي**
**ڏو ۽ ناسونت جاڻي ڏو، انهيءَ جو نالو وئراڳ**
**آهي.** وري اهو ڪهڙو آهي؟ پل آهنڪار لوڀ، ڪام
ڪروڌ انهنکي تياڳيو آهي. ٻورو ديهه لاءِ ڪاڻ انهيءَ
جو نالو تياڳ آهي. اهڙو جو ست پرش آهي اهو جيوُ ۽
ديهه سان مڪت ٿئي ٿو. اهو برهم روپ آهي. برهم
روپ ڇاکي چئجي ٿو؟ مايا جا ٽي گڻ آهن، اهي
ڪاٽي ڇڏيا اٿس جڏهن ٽيئي گڻ ڪاٽيائين تڏهن جهڙو
آتما برهم هو، اهڙو برهم جو برهم ٿيو، انهيءَ ڪري
ان کي برهم روپ چون ٿا. جڏهن برهم روپ ٿيو. تڏهن
انجي آتما ڏاڍو خوش ٿي. جڏهن خوش ٿي تڏهن
وڃيءَ شيءِ جي چنتا نہ ڪرڻ لڳو، اڻ هوني شيءِ
جي اڇا نہ ڪري سڀني ڀوت پراڻين سان هڪ جهڙو
رهي ۽ هڪ نگاهہ ڪري جاڻي. اهي ٽيئي پد جا لڇڻ
چيم. جڏهن ٽئين پد ۾ ماڻهو اچي ٿو، تڏهن منهنجي
ڀڳتيءَ کي جلد پائي ٿو ۽ منهنجي وڏائيءَ جو پرتاپ
جاڻي ٿو. انهيءَ جي جاڻڻ کان پوءِ ڪا وڏائي ڪانهي.
انهيءَ وڏائيءَ جو جاڻڻ ئي پرم ڀڳتي آهي، سو هڪڙي
پل، دم دم ۽ ڪن ڪن ۾ **رام** کي ياد ڪري ٿو. هي
جن! جنهن منهنجي وڏائيءَ جي گيان روپي امرت

نه ڇڏڻ گهرجي سڀني کي پنهنجي ڌرم مان ئي فائدو
ٿيندو آهي. **پراڻو ڌرم ترڪ ڏيڻ وارو آهي.**

هاڻي جيڪي پرش **ڇوٿين پد** (ترِيا پد) پراپت ٿيا
آهن، انهن جا لڇڻ ٻڌ. انهن جو نه ڪنهن سان موهه آهي
۽ نه ڪنهن ۾ لالچ آهي. سنسار جي وشين کان پنهنجو
من هٽايو اٿن ۽ ڪنهن به قسم جو انهن کي خيال ڪونهي.
جاڳائڻ نه اٿن؟ سو ٻڌ. اهي جيڪي نهڪرمي سڏ پرش
آهن اهي سنسار جي مول ۾ وچي پراپت ٿيا آهن،
انهيءَ سک ڪري انهن کي ٻڌ آهي. انهيءَ سک جي برابر
ٻيو ڪوبه سک نه آهي. انهيءَ ڪري انهن کي ڪابه اڇا
ڪانهي. هي ڪنتيءَ جا پٽ ارجن! اهي ڪهڙي آنند
کي پراپت ٿيا آهن؟ اهي منهنجي گيان جي جاڻڻ ڪري
موکي پراپت ٿيا آهن! انهن جي بد نرمل ٿي ۽ انهنجو
نسچو مون ايشور ۾ درڙ ٿيو. اهي سنساري ماڻهن جي
ڳالهه نٿا ٻڌن ۽ نه پاڻ ڪنهن سان ڳالهائن نه ڪنهن
سان پريت يا وير رکن، فقط منهنجي شرڻ جو سک پائي
آنند ۾ ويا آهن ۽ سنسار جون **ٽمئي ڳالهيون** جيتيون
اٿن. ڪهڙيون ٽي ڳالهيون؟ **ديهه ڪري سنساري**
**ماڻهو جو سڏڪم نٿو ڪري، جڀ سان ڳالهائي**
**نٿو ۽ من ڪري سنساري ماڻهن کي ياد نٿو**
**ڪري** اهڙيءَ طرح من، ديهه ۽ جڀ اهي جيتيا اٿس
۽ هميشه منهنجي ڌيان سان گڏيو پيو آهي ۽ ساري

ني سنسار کان وئراڳي رهي ٿو. ڪهڙو وئراڳ؟ **مٿي برهما جي لوڪ ۽ هيٺ شيش ناڳ جي لوڪ تائين جيڪي سک آهن انهن کي تڇ سمجهي ٿو ۽ ناسونت ڄاڻي ٿو، انهيءَ جو نالو وئراڳ آهي.** وري اهو ڪهڙو آهي؟ ٻل اَهنڪار لوڀ، ڪام ڪروڌ انهنکي تياڳيو آهي. ٻورو ديهه لاءِ ڪائڻ انهيءَ جو نالو تياڳ آهي. اهڙو جو ست پرش آهي اهو جيوَ ۽ ديهه سان مڪت ٿئي ٿو. اهو برهم روپ آهي. برهم روپ ڇاکي چئجي ٿو؟ مايا جا ٽي گڻ آهن، اهي ڪاٽي ڇڏيا اتس جڏهن تيئي گڻ ڪاٽيائين تڏهن جهڙو آتما برهم هو، اهڙو برهم جو برهم ٿيو، انهيءَ ڪري ان کي برهم روپ چون ٿا. جڏهن برهم روپ ٿيو، تڏهن انجي آتما ڏاڍو خوش ٿي. جڏهن خوش ٿـي تڏهن ويٺيءَ شيءِ جي چنتا نہ ڪرڻ لڳو، اڻ هوني شيءِ جي اڇا نہ ڪري سڀني ڀوت پراڻين سان هڪ جهڙو رهي ۽ هڪ نگاهہ ڪري ڄاڻي. اهي ٽيئي پد جا اڇڻ چيم. جڏهن ٽئين پد ۾ ماڻهو اچي ٿو، تڏهن منهنجي ڀڳتيءَ کي جلد پائي ٿو ۽ منهنجي وڏائيءَ جو پرتاپ ڄاڻي ٿو. انهيءَ جي ڄاڻڻ کان پوءِ ڪا وڏائي ڪانهي. انهيءَ وڏائيءَ جو ڄاڻڻ ئي پرم ڀڳتي آهي، سو هڪڙي پل پل، دم دم ۽ ڪن ڪن ۾ **رام** کي ياد ڪري ٿو. هي آرجن! جنهن منهنجي وڏائيءَ جي گيان روپي امرت

کي پيتو آهي سو جيستائين ماڻهوءَ جي ذاتهه ۾ آهي
تيستائين پرم شانت سک منجهس آهي ۽ جڏهن ڏيهه
تياڳي ٿو تڏهن منهنجي اَبناسي پد ۾ وڃي لِيءِ ٿئيتو.
اهي ٽيئي پد (شانت پد) جا لڇڻ آهن. جنهنکي منهنجي
ڀڳتي روپي امرت جو سواد آيو آهي ۽ ساتيکي مايا
جي ڪرت ڪري ٿو، سو منهنجي ڪرپا سان منهنجي
پد کي پراپت ٿئيتو. انهيءَ ڪري هي اَرجن! تون من
جو نيچل خيال مون ۾ رک. نيچل خيال مون منجهه رکڻ
ڪري سنسار جي ڏکن کان ٽري ويندين ۽ جي پنهنجي
اهنڪار ڪري منهنجو چيو نه مڃيندين ته ناس ٿيندين.
جي تون ايمان ڪري چوندين ته مان جنگ نه ڪندس،
سو تنهنجو جوڙ اَجايو آهي. هي ڪنتيءَ جا پٽ
اَرجن! جيڙي سڀاءَ جا ماڻهو پيدا ٿين ٿا، اهي سڀ
سڀاءَ جي بندن ۾ ٻڌا پيا آهن. سڀ ماڻهو سڀاءَ
جي وس آهن. سڀاءَ ڪنهنجي وس نه آهي.
توکي جو ڪشتب جو موهه ٿيو آهي ته مان جنگ نه
ڪندس، سو توکان ڌرم ۽ سڀاءَ ضرور جنگ
ڪرائيندو. هي اَرجن! هڪ ايشور جو سروپ سڀني
ڀوت پراڻين ۾ وياپڪ آهي، سو اهي جيو مايا جي وس
ٿي ڀٽڪن ٿا ۽ مونکي نٿا ڏسن. هي ارجن! هي ڳجهي
کان ڳجهو گيان مون توکي ٻڌايو آهي. هي ارجن!
سڄيءَ گيتا ۾ منهنجو ٻيو نه ڳجهو گيان آهي جو اون ٻڌ،

چاڪاڻ تہ تون مونکي پيارو آهين. تنهنجي ٻڌ ۽ مت منهنجي چرڻن ۾ نهچل آهي، انهيءَ ڪري مان توکي ٻڌايان ٿو. هي ارجن! سڀني ڀڳتن ۾ مونکي هي ڀڳت پيارو آهي. جڏهن انهيءَ ڀڳتن ۾ نهچل ٿيندين، تڏهين سڀني کان تون مونکي پيارو ٿيندين، سڀني ڌرمن کي تياڳي منهنجي شرڻ ۾ اچ تہ مان توکي سڀني پاپن کان مڪت ڪندس. تون ڪابہ چنتا نہ ڪر. **هي ارجن! هي گيان جو مون توکي ٻڌايو آهي، سو تون انهن کي متان ٻڌائين جيڪي منهنجي ڀڳتن کان بيمکہ هجن ۽ جنکي ٻڌڻ جي سڌ نہ هجي. منهنجو ڳجهو گيتا گيان منهنجن ڀڳتن کي ٻڌائيندين تہ اُنهن کي مڪتي حاصل ٿيندي.** جيڪو منهنجو گيان منهنجن ڀڳتن کي ٻڌائيندو، اهڙو پرش مونکي ٻين کان بہ پيارو آهي، ۽ جيڪو منهنجن ڀڳتن کي گيتا ٻڌائي تو ان کي وڏو پڃ ملندو ۽ جيڪو هڪ سلوڪ جو بہ پاٺ ڪري تو اُنجو ڦل ٻڌ. جيڪو پاٺ ڪري تہ مان انهيءَ پاٺ ڪندڙ جي اگيان وچي دوبرو بيهان ٿو. **جڏهن ڪو ڪنهنجو نالو وٺي سڏ ڪري تہ هو ننهہ ۾ جواب ڏيندو آهي، ڏهن گيتا جي پاٺ ڪرڻ واري جي اگيان مان وچي بيهان ٿو،** ۽ جيڪو ارٿ ڪري ٻڌائي تو انهيءَ جي وڏائي چوڻ کان ٻاهر آهي جهڙيءَ ريت منهنجي وڏائي چوڻ ۾ نٿي اچي، تهن گيتا جي

ارت ڪرڻ واري جي وڏائي ۽ چوڻ ۾ لڳي اچي ۽
ٻڌڻ وارو جيڪو سڀ ست ڪري ٻڌي ٿو اهو ئي
جهڙ مرڻ کان ڇڪ ٿيندو ۽ ابناسي پد کي پائيندو.
**هي ارجن! هيءَ گيتا تو چت ڏيئي ٻڌي**
**آهي، سو تو ۾ جيڪو اگيان جو موهه هو اهو**
ناس ٿيو. ارجن چوي ٿو ”هي اچت ابناسي ٻرڀو!
هي ڀڳونت!! اوهان جي ڪرپا ڪري منهنجو موهه
ناس ٿيو ۽ گيان ۽ پالر ۽ منهنجي ٻڌ ۾ نرمل ٿي آهي،
منهنجي من جو سنسو به ناس ٿيو ۽ اوهان جي مک ڪنول
مان جو جنگ ڪرڻ جو حڪم مليو آهي سو هي ڪرپال!
هي ناٿ! هي ٻرڀو! **مان جنگ ڪريان ٿو.**“

سنجي چوي ٿو ”هي ڌرتراشٽر، شري ڪرشن ڀڳوان
۽ ارجن جو گيان گوشٽ گيتا جو ٻڌي مون کي ڏاڍي
خوشي ٿي آهي ۽ منهنجا وار ڪانڊارجي ويا آهن.
وياسديو جو مولڪي ڳجها گيان جا تتر ڏنا آهن، انهن
جي ڪرپا ڪري هي گيان گوشٽ ڪيا جو مون ٻڌو
آهي سو اهو ڳجهي کان به ڳجهو گيان آهي. جو ڪجهه مون
هي ايشور شري ڪرشن ڀڳوان ۽ ارجن جي مک مان جو
هي گيان لکيو آهي، انهيءَ کي جو وچاريندو سو پرم
ڪم کي پرابت ٿيندو، ۽ وشو روپ جو ارجن کي شري
ڪرشن ڀڳوان ڏيکاريو آهي، انهيءَ کي جيڪو وچاريندو
سو پرم ڪم کي پائيندو. هي راجا ڌرتراشٽر! منهنجي

من جي نشچي جي ڳالھ ٻڌ. يوگيشور شري ڪرشن ڀڳوان جتي آهي ۽ ڌنش ڌاريندڙ اَرجن جتي آهي اتي لڪشمي وجيءِ، سک شانتي ۽ راجنيتي نشچي آهي.

## تـــات پـــرج

ڪامنا وارن ڪرمن جي تياڳڻ کي **سنياس** چون ٿا. ۽ سيني ڪرمن جو ڦـل تياڳڻ کي **تياڳ** ڪونين ٿا. ”پنهنجو نيم ڪرم اَوس ڪرڻو آهي“ جو ايمان (يعني آءٌ هي ڪرم ڪريان ٿو) ۽ ڦـل جي اِڇا تياڳي ڪرڻ گهرجي. وري ڪم سڌ ٿئي يا نہ ٿئي تڏهن ٻڻ خوش ٿئي ۽ رنج بہ نہ ٿيڻ گهرجي. ڪرمن جو آسڪ نہ ٿيڻ گهرجي ۽ سڀ ڪرم ايشور جي اَرپڻ ڪرڻ گهرجن. سڀ سان پريم ڀاو سان هلڻ گهرجي.

**برهمڻ** جو ڪرم آهي وديا پڙهڻ ۽ پڙهائڻ، دان ڪرڻ ۽ ڪرائڻ. **کتريءَ** جو ڪم آهي يد ڪرڻ. **ويش** جو ڪرم آهي کيتي ۽ واپار ڪرڻ. **شودر** جو ڪرم آهي چاڪري ڪرڻ.

**پنهنجي ڌرم تي اڏورو ئي هلڻ پرائي ڌرم تي پوري هلڻ کان وڌيڪ چڱو آهي.**

هي اَرجن! مون منجھ من لڳاءِ، منهنجو ڀڳت ٿيءُ، منهنجي پوجا ڪر، مونکي نمسڪار ڪر. **سڀ آسرا**

ڇڏي فقط مون هڪ جي شرڻ ۾ اچ. مان
توکي سڀني پاپن کان مڪت ڪندس.
گيتا جو مؤل منتر ٺاهيو آهي. (نشڪام
ڪرم ڪرڻ)

اِت شـــري ڀڳوت گيتا شري ڪرشن ارجن
سنبادي موڪش سنياس ويابه يوگ نالي
ارڙهون اڌياءُ پورو ٿيو.

## * ارڙهين اڌياءَ جو مهاتم *

شري نارائڻ ڇوي ٿو ته هي لڇمي! ارڙهين اڌياءَ
جو مهاتم ٻڌ. جئن سڀني ندين ۾ گنگا اُتم آهي، لئن
سڀني شهرن ۾ هردوار اُتم آهي، سڀني لوڪن ۾ پشڪر
راج اُتم آهي، سڀني جبلن ۾ ڪيلاش جبل اُتم آهي،
سڀني رشين ۾ ناردمني اُتم آهي ۽ سڀني ڳائين ۾ ڪپلا
ڪامڌين ڳانءِ اُتم آهـــي، تئين سڀني گيتا ۾
ارڙهون اڌياءُ اُتم آهي. انهيءَ جو ڦل ٻڌ. سمير
جبل تي ديوتائن جي شهر ۾ اِندر ويٺو هيو سڀا هٽي
ونو هو ته اپتري ۾ هڪڙي چترڀڄ روپ کي هڪڙو
پارکد وٺي آيو ۽ اِندر کي سڀني ديوتائن جي روبرو اچي
چيائين ته "هي اِندرا تون اُٿ ۽ هنکي آسڻ تي ويهڻ
ڏي." اپترو ٻڌي اِندر اُٿيو ۽ اُهو چترڀڄ ڌاري روپ

آسڻ تي ويٺو. اِندر پنهنجي گرو ورهسپت کان پڇيو ته
هي سوامي! توهين ترڪال درشتي آهيو. ٻڌايو ته هن
اهڙو ڪهڙو پڃ ڪيو آهي، جنهن ڪري هي هن آسڻ
جي لائق ٿيو آهي؟ منهنجي ڄاڻ ڪري ته هن تيرٿ،
ورت ۽ يگيه دان، ڪجهه به نه ڪيو آهي ۽ نه ڪنهن
ناڪر جو مندر جوڙايو اٿس ۽ نڪو تلاءُ يا کوهه کوٽايو
اٿس نڪو ڪو ٻيو دان ڪيو اٿس. ورهسپت چيو ته
هي اِندر! هل ته هلي شري نارائڻ ڀڳوان کان پڇون.
برهما کانوني سڀ ديوتائون ورهسپت سان گڏجي شري
نارائڻ ڀڳوان وٽ وڃي اُستتي ڪيائون ۽ ڏنڊوت پرنام
ڪري چيائون ته "هي سوامي! هي ڀڳت وڇل!! هي
سنت سهائڪ! هي ڀڳوت! هي گوبند! هي دين دَيال!
اِندر کي آسڻ تان اُٿاري اوهان جي پارکد چترڀج
تيجسوي روپ کي آسڻ تي ويهاريائين. اسين ته سمجهي
نٿا سگهون ته هن اهڙو ڪهڙو پڃ ڪيو آهي ۽ جو
انهيءَ آسڻ جي لائق ٿيو آهي. راجا اِندر ڪئين اشوميڌ
يگيه ڪيا آهن، تڏهن هي هن آسڻ جي لائق ٿيو آهي.
پر هن ته هڪ به يگيه ڪونه ڪيو آهي. ايترو ٻڌي
شري نارائڻ ڀڳوان کلي ڏنو ۽ اِندر کي چيائين "هي
اِندر! تون ڏک نه، تون پنهنجو راڄ وڃي ڪر. هن هڪ
ڏاڍو ٻيجهو اُتم پڃ ڪيو آهي. هن جو نيم وڏو آهي.
هي هميشه اِشنان ڪري شري گيتا جي ارڙهين آڌياءَ
جو پاٺ ڪندو هو ۽ جڏهن هن جي ديهه ڇٽي، تڏهن

هن جي من ۾ ڀوڳ جي ڪامنا رهجي ويئي. اوڏي
مهل مون پنهنجن پارکدن کي حڪم ڏنو ته هن کي اول
اندر لوڪ جا ڀوڳ ڀوڳايو ۽ جڏهن هنجي اِها ڪامنا
پوري ٿئي، تڏهن منهنجي پد ۾ حو اُبناسي پد آهي،
اُتي پهچايو. هي اندر! تون وڃي ساري ڀوڳ جو سامان
ڪٺو ڪري ڏيس." تڏهن واڻا اندر ۽ ٻيا ديوتائون
موٽي آيا. اندر لوڪ جي ڀوڳن جو سامان گڏ ڪري
ڏنائنس ۽ جڏانيس ته اندر لوڪ جا سک ماڻ. ڪترا
ئي ڏينهن سک ڀوڳي ڀڳونت جي ڪرپا سان سهج پد
۾ پراپت ٿيو ۽ اندر وري پنهنجو راڄ ڪرڻ لڳو. شري
نارائڻ چيو ته هي لڇمي! شوجيءَ جيو ته هي پاربتي!
اهو ارڙهين اُڌياءَ جو مهاتم آهي.

## اِتي شري ڀڳوت گيتا جي ارڙهين اُڌياءَ جو مهاتم پورو ٿيو.

## شريمد ڀڳوت گيتا جو ٿل

ڌرتي ديوي پڇي ٿي ته "هي ڀڳوان! هي پرميسور!
هي پرڀو! پرارٻڌ ڪرمن کي ڀوڳيندڙ منش ڪهڙي
اُپاءُ ڪري جيون مڪت پراپت ڪري سگهي ٿو؟"
شري وشنو ڀڳوان چيس ته "پرارٻڌ کي ڀوڳيندڙ
منش ۾ جڪڏهن نت گيتا جو اڀياس ڪندو رهي ته
ان کي هن لوڪ ۾ ئي جيون مڪت ۽ سکي ڄاڻو ۽

اهو منشيه ڪرمن ۾ لپٽجي نٿو.

١ **جيڪڏهن هي جيو گيتا جو اڀياس هر ر**
**ڪندو رهي ته جهڙيءَ طرح ڪمل جي پ**
**تي پاڻي ٽڪي ڪين سگهندو تهڙيءَ طر**
**هنکي ڪوبه پاپ سپرش ڪري نٿو سگهجي**

جتي گيتا جو پستڪ هجي ۽ جتي سندس پاٺ ٿيندو
هجي اتي پرياڳ کان وٺي سڀ تيرٿ آهن. سڀ ديوتائون،
رشي، مني، يوگي، نارد، اوڌو، پارشدن سميت گوپي
۽ گوال وغيره پاڻ اُتي سهائتا اچي ڪن.

جنهن هنڌ گيتا جو ئي وچار پيو ٿئي ۽ جتي انجو
پڙهڻ، پاڙهڻ ۽ ٻڌڻ ٿئي ٿو، اُتي هيءَ پرٿوي آ
سدائين نواس ڪريان ٿو.

گيتا جي ئي آسري تي مان رهان ٿو ۽ گيتا ئي
منهنجو اُتم گهر آهي. گيتا جي ئي گيان جو آسرو وٺي
مان ٽنهي لوڪن جي پالنا ڪريان ٿو.

گيتا منهنجي اُتم وديا آهي ۽ اها ساڪيات برهم
روپ آهي ان ۾ ڪوبه شڪ ڪونهي، اها گيتا ساڪيات
۽ اوناشي آهي. سٽيه آهي ۽ زبان سان چئي نٿو سگهجي.

اها گيتا شري ڪرشن ڀڳوان جي شري مکاروند مان
ارجن کي ٻڌايل، ٽنهي ويدن روپ پرم آنند روپ،
تتون جي ارٿ ۽ گيان سان ڀرپور آهي. جو منشيه
نشچل من سان ٿي انهي گيتا جي ارڙهن آڌياون جو

پاٺ ڪري ته ٻه ڪپل ڳئو دان ڪرڻ جيترو ڦل ملندو،
انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي.

گيتا جي ٽئين حصي پڙهڻ واري کي گنگا اشنان
جو ڦل ۽ ٻئين حصي واري کي سوم يگيه جو ڦل ملندو.

جو جيڪڏهن ڪو منش نت ڀڳتيءَ سان هڪڙي
اڌياءُ جو به پاٺ ڪندو ته ڪيس شو لوڪ جي پراپتي
ٿيندي ۽ شنڪر مهراج جو گڻ ٿي انهيءَ ڏيڍو وقت
گذاريندو.

جو منش هڪڙو اڌياءُ، هڪڙو شلوڪ ۽ ڪٿي ورد
پاٺ ڪري ٿو ته جي پرلوڪ! اهو منش گهٽ عرصي
تائين منش جي منش ٿي رهندو.

جي منش گيتا جا ڏهه، ست، پنج، چار، ٽي، ٻه،
هڪڙو يا اڌ يا اڌ شلوڪ نت پريم سان پاٺ ڪن ٿا،
سي اوس ڏهه هزار ورهه چندر لوڪ ۾ واس ڪن ٿا.

جن شريمد ڀڳوت گيتا جو چڱيءَ طرح سان پاٺ
ڪندڙ منش، مرڻ بعد وري به منش ٿي ٿئي ٿو ۽
ٻيءَ ٿي جنم ۾ منش ٿي چڱيءَ طرح سان گيتا جو
ابياس ڪري موڪش کي پراپت ٿئي ٿو.

جو "گيتا" جو آڌار ڪندو اهو منش مرڻ وقت
سدگتي کي پائي ٿو.

منش جيڪڏهن ڪٿي مهاپاپي به هجي تڏهن به
گيتا جي ٻڌڻ ۾ پريم رکڻ سان جو سچ پچ ويڪنٺ
کي پائي ٿو ۽ اتي وشنو ڀڳوان سان گڏ آنند ڀوڳيندو.

انيڪ ڪرمن جي ڪئي ڪان پوءِ به، جو منشيہ، گيتا جي ارٿ جو ڌيان ڪري ٿو سو "جيون مڪت" ڄاڻ گهرجي، شرير کي ڇڏڻ بعد هو پرم پد کي حاصل ڪري ٿو. راجا جنڪ آدي گهڻائي راجائون گيتا جو آسرو وٺي پاپ رهت ٿي ويا آهن.

جي منشيہ گيتا جو پاٺ ڪن ٿا، ڀر مهاڻم نٿا پڙهن، انهن جو اهو پاٺ نشڦل ٿو ٿئي. اهڙي پاٺ ڪي تڪليف ڏيندڙ سمجهڻ گهرجي.

هن ڦل سان گڏ جيڪو گيتا جو پاٺ ڪري ٿو سو مٿي چيلن سيني ڦلن کي پائي ٿو ۽ اُتم گتيءِ کي پائيٿو.

سوُت جي مهراج چوي ٿو ته "جي منشيہ گيتا جي پاٺ ڪرڻ بعد منهنجو چيل گيتا جو هي ڦل پاٺ ڪن ٿا سي مٿي چيل سيني ڦلن کي پائن ٿا."

اوم تت ست

هري رام، هري رام، رام رام هري هري،
هري ڪرشن، هري ڪرشن، ڪرشن ڪرشن هري هري

گوبند جيءِ جيءِ، گوپال جيءِ جيءِ
راڌا رمڻ هري گوبند جيءِ جيءِ

اوم شانتي! شانتي!! شانتي!!!

# ڀڳوان جا ١٠٨ نالا

اوم، ايسور، آتما-ي، انترياميَ، آنند سروپ، ان داتا، انادي، امر اجر، اناٿن جا ناٿ، برج بهاري، برج نندن بنسي ڌر، برهما، بي انت، بي پرواهه، بي واهن جا واهه، پرم پولي ناٿ، ڀڳوان، ڀڳت وڇل، ترلوڪي ناٿ، تارڻ هار، ٺاڪر، پربهو، پرماتما، پرمسور، پرسرام، پرم پتا، پرمانند، پرتپالڪ، پار برهم، پتت پاون، پالڻ هار، جڳت پتا، جڳن ناٿ، جڳديس، جوتي سروپ، دکر ڌاري، دين بندو، ديها ناٿ، دين ديال، ديالو داتار، ديا جا ڀنڊار، ديون جا ديو، دامودر، دوارڪا ڪرشن، راڌي شيام، راڌا رمڻ، رگهنندن، رگهناٿ، رگهوير، رامچندر، سوامي، ساجن، ست چت آنند سروپ، سرو شڪتيوان، سرگڻ روپ، سرو ويا پڪ، سرجڻهار، سکديو، سندر شيام، سيتارام، سانوريا، سنسار ڪرشن، ڪنتيا، ڪمنو ڪرپانڌان، ڪرپالو ڪلياڻ ڪاري، ڪالي ڪملش، ڪرتار، گوبند، گوپال، گرڌاري، گورڌن، گوپي ناٿ، گهاڌر، گسائينءَ، گهٽ گهٽ واسي، گهنشام گنگاڌر، گهانند، گرو غريب نواز، مرلي منوهر، موهن مراري، مڌسودن، ماڌو، مهروان، نندلعل، نند ڪسور، نرنجن، نرور، نارائڻ امر آڪار، نرسنگهه ڀڳوان، ناٿن جا ناٿ، وشنو، وشمبر، وشو روپ، واسديو، ويٺل ڀڳوان، ورڌاتا، هيڻن جا همراهه، هري ڪرشن، هري نارائڻ، هري رام، ست! بي انت!! بي انت!!!

# شري ستا سلوڪي گيتا

شري ڀڳوان چيو تہ -

(۱) برهم روپ جو اونڪار [اوم] هڪ اکر آ...
ان کي اُچارڻ ڪندي ۽ انهيءَ اوم اکر جو سم...
ڪندي جو منش سرير جو تياڳ تو ڪري اهو پرم گ...
کي پراپت تو ڪري.

(۲) هي اندرين جا سوامي! تنهنجي ڪيرتن [ڀڄن...
ڪرڻ ڪري سنساري جيو ڏاڍي آنند کي پائين تا ۽
خوشي حاصل ڪن تا. پر راڪاس لوڪ ڊپ کان ڏهن
ئي ڏسائن ۾ هيڏانهن هوڏانهن ڀڄن ڦرن تا. سڀ سڌ
لوڪ توهان کي نمسڪار ڪن تا. اها وارتا سڀ ٺ ڪ...
ئي آهي.

(۳) جنهن کي هٿ پير سڀ آهن، جنهنکي اکيون
۽ مکہ سڀ آهن. اهو هر وقت سنسار ۾ وچڙندي هوندي
بہ سنسار کان الڳہ رهي ائين سمجهي تو تہ سڀ ۾
ايشور وياپي رهي تو.

(۴) سروگہ، آنند سروپ، (جڳت جو نيتا) سوکيم ۾
...سوکيم، سڄي جڳت جو آڌار تنا پالڻ وارو اچنيہ روپ
...سورج سمان پرڪاشوان، اڱيان رهت اهڙو جو پرشوتم
...ڳوان آهي. انهيءَ جو جيڪو سمرڻ ڪري تو اهو انهيءَ
... پراپت ڪري تو.

(۵) جنجا ويد پن آهن. اهڙو جو سنسار روپي پپل

جو وڻ آهي جنهن جي پاڙ ستجه لوڪ ۾ آهي ۽ اُهڃون شاخون مرتيو لوڪ ۾ آهن. انهن ويدن جيو آهي. جو اُهيءَ ڳالهه کي ڄاڻي ٿو سوئي سچ پچ ويدن کي ڄاڻي ٿو.

(٦) سيني جي هردن اندر مان ٿي وسي رهيو آهيان ۽ منهنجي ئي معرفت سيني کي سرسوتي، گيان ۽ ويچار اُنس ٿئي ٿو. سيني ويدن دواران ئي ڄاڻڻ يوڳيه آهيان، ويدن جي ڄاڻڻ وارو ۽ مان ئي آهيان.

(٧) انهيءَ ڪري من هميِ وڙلي مون ۾ لڳاءِ. منهنجو ئي شوڪ يعني پوڄن ڪرڻ وارو ٿيءُ. مونکي ئي نمسڪار ڪر. اهڙيءَ طرح من. واڻي ۽ ڪرم سهت پنهنجي من جي وڙلي مون ۾ لڳائي (يعني ايڪاگر) چت ٿي مون کي پراپت ڪر (يعني مون سان اچي مل.)

**اِت شري ست سلوڪي گيتا سماپت ٿي.**



هيءَ پستڪ شري اچارام ساڌورام " شري گڪمش پرنٽرس" پترڪ نمبر ٦٧٧، اُلهاس نگر-٣ ۾ ڇپيو ۽ شري اشوڪ ڪسنچند لالواڻي، ڀاران ايل. ڪسنچند اينڊ سنس، بوڪسيلرس ۽ پبلشرس، اُلهاسنگر-٢ (فون ٤٢١) واري ڇپائي پڌرو ڪيو.

# آرتي شري ڀڳونت گيتا جي

اوم جئہ گيتا ماتا۔ اوم جئہ گيتا ماتا۔

١۔ ڪرمن جو ايمان وچائين۔
موھہ ممتا کي ناس ڪرائين۔
اوم جئہ گيتا ماتا

٢۔ شيام سندر جي مکہ جي واڻي۔
نڪتي منڙي سا ٻاڻي۔ اوم جئہ گيتا ماتا

٣۔ اُپنشد ن جو گيان اُنھيءَ ۾۔
ويد ن جي سا واڻي۔ اوم جئہ گيتا ماتا

٤۔ پرم مٺائي ديھيءَ جو۔
ڏي آتم گيان نڌي۔ اوم جئہ گيتا ماتا

٥۔ گيتا جي اڀياس ڪرڻ سان۔
روشن راھہ ڏئي۔ اوم جئہ گيتا ماتا

٦۔ جڏھن ڌرم جي ھاڃي ڏئي ٿي
ڦھلجي ڏو اتياچار۔ اوم جئہ گيتا ماتا

٧۔ تڏھن تڏھن وشنوءَ جو۔
ڏئي ٿو جڳہ ۾ اوتار۔ اوم جئہ گيتا ماتا

٨۔ ھن گيتا جو ڪوبہ "داس"
سڪ سان پاٺ ڪري۔ اوم جئہ گيتا ماتا

٩۔ مرلي منوھر ڪرشن تنھن جي۔
جيون مڪت ڪري۔ اوم جئہ گيتا ماتا

# آرتي اوم جئہ جڳديش هري

اوم جئہ جڳديش هري،
سوامي جئہ جڳديش هري
ڀڳت جنون ڪي سنڪٽ، ڇڻ ۾ دور ڪري-اوم

١- جو ڌياوي ڦل پاوي، دکہ ٻنسي من ڪا
سکہ سمپت گهر آوي ڪشٽ مٽي تن ڪا-اوم

٢- مات پتا تم ميري، شرن ڳهون ڪس ڪي
تم ٻن اور نہ دوجا، آس ڪرون جسڪي-اوم

٣- تم پورن پرماتما، تم انترياميِ
پار برهم پرميشور، تم سڀ ڪي سوامي-اوم

٤- تم ڪروڻا ڪي ساگر، تم پالن ڪرتا
مئن سيوڪ تم سوامي، ڪرپا ڪرو ڀرتا-اوم

٥- تم هو ايڪ اگوچر، سڀ ڪي پران پتي
ڪس ٻڌ ملئون ديامئي،
تم ڪو مئن ڪمتي-اوم

٦- دين بندو دکہ هرتا، تم رکشڪ ميري
اپني هاٿ بڙائو، دوار پڙا تيري-اوم

٧- وشي وڪار مٽائو، پاپ هرو ديوا
شردا ڀڳت بڙهائو، سنتن ڪي سيوا-اوم